# منهنجي حياتيءَ جو



# سونهري ورق

روپچند مولچند مرزاڻي (روپ)

# منهنجي حياتيءَ جو
# سونهري ورق

ليکڪ :- روچند مولچند مهتاڻي (روپ)

قيمت :
في ڪاپي - 12 رپيه

ڇاپو پهريون [ 400 ڪاپيون

تاريخ 15 آگسٽ 1985

# ڀلنامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 3 | 14 | صاحب | ڊربار صاحب |
| 18 | 12 | ڪانا | ڪٿانا |
| 19 | 17 | ٻويوءَ | ٻرٻوءَ |
| 25 | 6 | ٻرو | ٻهتر |
| 31 | 8 | 7 | 6 |
| 40 | 4 | 1948 | 1940 |
| 41 | 2 | جٽ | جٽن |
| 41 | 18 | ڳڪا | ڳڏڪا |
| 42 | 1 | بابو | بابا |
| 46 | 3 | هو | هوا |
| 48 | 11 | خٽر | خاطر |
| 49 | 9 | صاحب | صاحبن |
| 53 | 8 | ڪان | ڪي |
| 69 | 5 | ڪان | ڪي |
| 81 | 4 | سدا | سڌان |
| 81 | 5 | چٽن | چٽجن |
| 84 | 3 | ٻدبارا | ٻرپور ٻنڊارا |

# ارپڻ پتر

گھڻي ءِ سڪ، پريم ءِ شرڌا سان ارپڻ ڪريان ٿو
پنهنجي پرم پياري پوڄيه گرديو سائين سروپداس
صاحبن ۽ پرم پوڄيه ماتا صاحب ڀر بائي مولچند
ميڙاڻيءَ جي پوتر چرڻن ۾ - انهن جي ئي آسيس سان
اهڙو سونهري موقعو مليو مانش جنم سڦل ڪرڻ جو!
اهڙي مهر ڪندا رهندا - مشڪل آسان ڪندا جئن
جنهن راهه تي هلي رهيو آهيان ٿل ٿوڙ تائين ان راهه
تي ئي هلندو رهان ۽ ٻئي طرف مڙهن نه ڦيريان جئن
شاهه صاحب فرمايو آهي -

ونجه سٽين وامن - ڪنڌ نه ڦيرج ڪاڏهين
لوڙهي سر لپامن - مٿان لڳي شاهه لطيف چوي.

(شاهه)

# شڪر گذاري

1- مان هارديڪ شڪر گذار آهيان پنهنجن ستگرن
پرم پوڄيه بابا صاحب سروپداس، بابا ماڌوداس
۽ بابا گوبند داس جن جو، جن اهڙي ٻڌي ۽
شڪتي هن پستڪ ڇپڻ لاءِ ڏني.

2- ڀائي شامداس ۽ ڀائي ساڌو رام صاحبن جي بہ شڪرگذاري ڪريان ٿو. وقت بہ وقت انهن وٽان سهڻيون صلاحون مليون ۽ پستڪ دهليءَ موڪلڻ ۾ سهيوگ ۽ سهڪار ڏنو.

3- پنهنجي دلبر دوست هرگوبند رامچنداڻيءَ جو بہ ٿورو نہ لاهي سگهندس جنهن هن پستڪ لکڻ لاءِ هر طرح حيلو هلائي مڃايو ۽ پستڪ ڇپجڻ ۾ هر قسم جي صلاح ڏني ۽ پاڻهن ٻيلي ٿي بيٺو.

4- پياري مِتر ۽ هردل عزيز دوست چمنداس ڪرناڻيءَ مالڪ ڪرشنا پريس جو بہ تهدل شڪرگذار آهيان جنهن پستڪ ڇپڻ ۽ پروف وغيره جاچڻ هموار ڪيو.

5- پريتم پياري گوبندرام ٻالچنداڻيءَ هن پستڪ جا آخري پروف جاچڻ جو ڪم پاڻ تي رکيو جنهن لاءِ مان سندس هردم شڪرگذار رهندس.

6- مان شري گوبند مالهيءَ جو بہ ٿورو ڪين وساريندس جو ان صاحب بنان ڪنهن بہ آنا ڪاليءَ جي هن پستڪ لاءِ مهاڳ لکي ڏنو ۽ پستڪ جي سوڀيا سرس ڪئي.


روپچند مولچند مرزاڻي
(روپ)

نيو دهلي 65
B 203/2 ايسٽ آف ڪيلاش
نيو دهلي - 10065

# مهاڳ

هالاڻي درٻار ساهتيءَ جي وڏي ۾ وڏي درٻار نه هئي ٿي، پر سنڌ ڌرتيءَ جي مکيه درٻارن ۾ ان جو اوچو آستان رهيو. منڍ کان وٺي، ان جي مهما نه صرف ساهتيءَ تائين محدود نه رهي بلڪ ان جا شرڌالو سنڌ ۾ دور دور تائين ڦهليل هئا. هنن ۾ هندو هئا، لهاڻا سک هئا ۽ ڪي مسلمان به هئا.

هالاڻي درٻار جو وساکيءَ جو ميلو هنڌين ماڳين هاڪارو هو. درٻار صاحب کان ڳڙهه جي وڏي پڌر تائين لڳ ڀڳ هڪ ميل جو مفاصلو ٻنهي پاسن لاڳيتن دڪانن سان سجي ويندو هو. ميلو لڳو، وکري خريديءَ جو وڏو مارڪيٽ پيدا ٿي ويندو هو. ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون، راڳ ۽ ڪيرتن، ڀڄن ۽ ڀڳت جي نه کٽي رنگت لڳندي هئي. مون به ٽي ميلا ڏٺا ننڍي هوندي. هڪ ئي وقت درٻار اندر ماستر چندر ڪيرتن ڪندو هو، بزار ۾ پنهنجي پکي اندر مشهور ڳائڻي جيوڻي ٻائي ڪلام ڳائيندي هئي ۽ پڌر ۾ مرلي ڀڳت لڪ ڪهاڻين جي موج وٺائيندو

هو ۽ تنهي هند ماڻهن جا حشام موجود هوندا هئا -
هندو، سک ۽ مسلمان.

ڀائي سوو ڀداس صاحب جي گادي نشيني جي
دوران ۾ هالاڻي دربار جي اوج ۾ تهائين اضافو آيو
هو جيجسري صورت ۾ ڏکا ۽ ڏيا جو مالڪ هو.
هنجو گروجن ۽ اُن جي واڌاري ۾ الوهت ويساه هو.
پنهنجي سو بہ رڌي سڌي جو قڻي هو. هن
وقت هو ڪنهن قسم جا سوالي ايندا هئا - تن جا،
اولاد جا، صحت جا ۽ من جي شانتيءَ جا هن
ڪنهن کي بہ خالي نہ موٽايو. پولن پومن، سخس
۽ اندو شراس جو هؤ دشمن هو. ڪيترن شرڌالن
جا پوم پر لا پگائين، ڪيترن کي انڌ شرڌا ۽ سخس
کان نجات ڏياريائين ۽ هڪ نام ۾ وشواس ڏياريائين
لڻ لاءِ سواليـن جـي منوڪامنا پوري ڪرڻ لاءِ
ڪاري ڏاڍي ڄر سهارو ڏيندو هو.

مون هن جي مهانتا جو هڪ ذڪر منهنجي نديرڻ
جي پلدگيرلن ۾ "پيارت جيون" ۾ ڪيو آهي.
منهنجي مائيلي ماءُ ٻاڪٽرن جي راءِ موجب هستريا ۽
ڏاهين جي راءِ موجب لگمت ۽ ڪن ٻيو لگين جي
چورڻ موجب جن جي واسي جي شڪار هئي. هالاڻي
دربار ۾ هنجو جاچو ڀائي ساجنداس رهندو هو.

ماسٽر چندر ۽ راڳ جي شروعاتي سکيا ڀائي ساڄنداس
کان ورتي. هن جي ڇوٽي ڀاڀا جن ڀاڀيءَ کي ڀائي
سروپداس صاحب وٽ وٺي ويا هان ۽ گڏ ويهو سان.
سروپداس صاحب جي ڪاري ڌاڳي جن ڀرپت کي
ڀڄائي ڪڍيو ۽ ڀاڀيءَ کي آخر دم تائين تڪليف نه
ٿي. هن ڪامل ست پرش جي چمتڪارن جا ٻيا به
مثال ڏيئي سگهان ٿو. هن ڪتاب جي پاٺڪن لاءِ
ڀائي سروپداس صاحب جو هڪ وڏو چمتڪار جو
مثال موجود آهي خود ڪتاب جي ليکڪ روپچند
ميرواڻيءَ جي جنم جو. هيءَ ڪتاب ٿوري ۾ 1908
کان 1985 تائين پٺتي ساکي آهي - هالاڻي دربار
جو اتهاس ۽ ليکڪ جي جيون ڪهاڻي هڪ ٻئي سان
ڳنڍيل آهي.

روپچند سنڌ خواهه هند دربار ۾ صاحب ۽ اُن سان
ڳنڍيل پنهنجي جيون جي ڪهاڻي سياويڪ ۽ سليس
نموني بيان ڪئي آهي، انهيءَ ڪري اُن ۾ صرف
هالاڻي دربار جي شردالن لاءِ ئي نه، عام پڙهندڙن
لاءِ به رچي جو مواد موجود آهي.

روپچند پنهنجي زماني ۾ سٺو ڳائيندڙ ليکڪ هو
اڄ به هو روچڪ ڪيرتن ڪندو آهي. هو ساهتيه
سان به دلچسپي رکندڙ آهي. هن اڳ ئي سنڌ جي

سگهڙن جي ڪلامن جو سهڻو ۽ چيوضي مجموعو (سرهاڻ سنڌڙي جي) ڇپائي ساهتيه ۽ سنگيت جي ڄاڻ جو چڱو چوکو مثال ڏنو آهي.

روچند منهنجو ڳوٺائي راجائي نه، منهنجو ڏورانهون عزيز ئي نه، پرم متر رهيو آهي سنڌ کان وٺي، ساهتي ڪلب ۾، ڪاليجي زماني ۾، ۽ ويلا ڪائيندي هن سان جو ناتو جڙيو هلندو اچي ٿو.

مون هنجو راڳ ٻڌو آهي ۽ ساهتيه رچي پرکي آهي. منهنجو پنهنجو ناتو ڪجهه سال هالائي دربار سان رهيو آهي. ان ڪري هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل ڪن ڪردارن ۽ گهٽنائن بابت مونکي ذاتي ڄاڻ رهي آهي. هن ڪتاب پڙهندي ڪيترن يادگيرن تازيون ٿيون. ان لاءِ مان خود روچند جو آڀاري آهيان.

مونکي پڪ آهي ته پڙهندڙن کي به هن ڪتاب مان ڄاڻ ۽ لطف حاصل ٿيندو ۽ بس.

گوبند مالهي

راج ڪرڻ،
مهاتما گانڌي روڊ
ڪانديولي، بمبئي 67

# ٻه اکر

جيتوڻيڪ منهنجي دادا روچند ميرڙاڻيءَ سان ڄاڻ سڃاڻپ صرف ٻن سالن جي آهي پر هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ سان ۽ رهاڻيون ڪرڻ سان ائين لڳندو آهي ته اسين اڳئين جنم ۾ ضرور يار هئاسين - دادا جو دربار صاحب هالاڻي سان واسطو سندس جنم کان وٺي آهي ۽ منهنجي خيال ۾ دادا جهڙو ڀاڳوان انسان ڪو ورلو هوندو جنهن جي اٿاهه وشواس سبب سندس گهر ۾ دربار صاحب هالاڻي جي ٽن سنتن - سائين سرويداس صاحب، بابا ماڌوداس صاحب ۽ هن وقت گدي نشين بابا گوبنداس صاحب جن پنهنجا پوتر چرڻ گهمايا آهن - هيڏو به جي ڪڏهن ڪو سرڀر پامن جو ڏک ايندو اٿس ته اکيون پوري سنتن جو ڌيان ڌاري کين ياد ڪندو آهي ته سڀ ڏک يڪدم دور ٿي ويندو اٿس.

دادا پنهنجي مشهوريءَ کان دور پسندڙ آهي - منهنجي ٿي همٿائڻ ۽ گهڻي چوڻ کانپوءِ مس ڪري دادا قبولي، پنهنجي جيون جا ڪي ورق جن جو واسطو دربار صاحب هالاڻي وارن سنتن سان رهيو

ماڻھن مان سنڌس جڏهن ته ڪماڻين شروع لکڻ - آهي
دوستن ۽ سڄڻن کي خبر پوي ته سنڌن جي چوڻ
پڪڙڻ ۾ ڪيئنو ته جهون جو سڪر ملي ٿو. انهيءَ ڪري
هن آخر ۾ لکيو آهي ته مرڻ گهڙيءَ ڌاڻهن هيءَ دز
جهڪو چهاهو اٿم سو نه ڇڏيو - مان پنهنجون شيء
ٻاو ناڻن کيس ڏيان ٿو ته شل مالڪ مهربان ان لاءِ
کيس شڪتي ڏيندو .

**هرگوبند رامچنداڻي**

16-2-85

# منهنجي طرفان —

هيءَ پستڪ پاٺڪن جي هٿ ۾ آهي. ائين لکڻ جو ويچار گهٽ وقت کان پر اصل ڪونه هو. مگر منهنجي پياري مِتر دلبر دوست شري هرگوبند رامچنداڻيءَ جي گهڻي زور ڀرڻ ڪري ڪنڌ ڪيائي ۽ سگهمس ۽ قلم بند ڪيو اٿم. وڏا به چوندا هئا ته ”هڪ چوي، ٻيو مڃي، ان جو ڪيو الاهه به نه پڇي.“ هن مِتر سان ٻه سال ٿيا آهن ته ملاقات ٿي. رهندو به ويجهو ٿي آهي. ڏيري ڏيري سنبنڌ ويو وڌندو روز نه ته هفتي ۾ 2-3 دفعا ضرور گڏ ٿيا آهيون. روحانيت بابت به ذڪر ٿيندو رهيو هڪ ٻئي جي خيالن جي به ڏي وٺ ڪبي هئي. سياويڪ اهڙي واتاورڻ ۾ دربار صاحب هالاڻي ۽ الي جي مها- پرشن جي ڪلائن ۽ ڪرامتن جو شخصي آزمودي جون به مان ڪيئي ڳالهيون ٻڌائيندو هوس. جهڪي به آزمودا مون پنهنجي حياتيءَ ۾ پرايا هوا سي سڀ آزمودا ان واتاورڻ ۾ چوڻا پوندا هوا. اهي ٻڌي منهنجو دلبر دوست چوندو هو ته اهي سڀ آزمودا ته وچتر آهن. انڪري اوهان ڇپائي ٻڌرا ڪيو ته

پيا به پڙهي ڪجهه لاڀ وٺن. پهرين ته پڌو اڻ پڌو
ڪري ڇڏيار. هي دوست به مهنڊو نڪتو ڇولڊو
آيو - يار بار چورڻ ڪري موٽڪي آخر مهنڊو پيو ۽
هيءَ پستڪ لکڻ شروع ڪيم. مهنجي دوست به
ٻه اکر لکي ڏنا جي ٻه وڌا اٿم. مالهي صاحب هت
دهلي آيو هو. ان سان ملاقات ٿي. مون ڪيس
پستڪ جي مهاڳ لکڻ لاءِ وينتي ڪئي جا ان صاحب
خوشيءَ سان قبولي مهاڳ لکي ڏني. بس اهين پستڪ
تيار ٿي ويو ۽ اوهان جي هٿن ۾ آهي. ممڪن آهي
ته ڪي اوڻايون پوڻايون هجن جن لاءِ مان سڀني
کان معافي طلبگار آهيان. هن ڏس ۾ قدم انڪري
کنيو اٿم ته من ڪن مترن ۽ پيارن کي ڪو روحاني
لاڀ حاصل ٿئي. ساڳئي وقت اها آشا اٿم ته ٻهڻ
داس کي به آسيس ڪن ته شل اهڙ ناٽڙ مرڻ گهڙيءَ
تائين جڙيل ٿي رهي. منهنجي رهبر سان به رهجي
اچي ۽ آنند ۽ موج ماڻيندو رهان دلبر ڏسي منهنجي
دل ۾. بس هيو ڪجهه نه.

رونچند مولچند مهڙاٽي
(روپ)

نيو دهلي
3-5-1985

# دربار صاحب هالاڻي

## ۽ منهنجو جيون پر جو ناتو

### ( روپچند مهرزاڻي )

اها به ايشور جي وڏي رحمت آهي جو دُرلڀ مانش ديهه ڏني اٿس. اهڙي دُرلڀ ديهه ڏاڍي مشڪل ۽ وڏن ڀاڳن ڪري ئي پراپت ٿئي. اهڙي منش ديهه لاءِ ٻڌ هن ته ديوَ ۽ ديوتائون به سڪندا آهن ۽ ٻاڏائيندا آهن ته اهڙي دُرلڀ ديهه شل اسان کي به ملي. ڪوي ڀهلاج به هن سنڌر ديهيءَ لاءِ ڏاڍن چيدن وچن ۾ ورڻن ڪيو آهي ته -

ملي دُرلڀ مانش ديهي اٿيئي -<br>
جنهن ۾ ساڄ سکن جا سڀ اٿيئي.

1- هن ديهيءَ لاءِ پيا ديو سڪن -<br>
چڙهي سرڳ جا سک انسان ٻڌن -<br>
ٽڪي چڙهي ٽپا پاپي پاپ وڃن -<br>
هيءَ ديهي نه جهڙي تهڙي اٿيئي.

2- هيءَ هيرن لال جواهرن کان -<br>
آهي مهانگي سڄ چنڊ تارن کان -<br>
تون پڇ نه قدر قدر وارن کان -<br>
ٿي قدران ڪل ڪهڙي اٿيئي.

اهڙي سنڌ ۾ ڏيهه جا 77 سال الائي ڪيئن
گذري ويا جو ڪو به پتو ڪونهي - مونکي هيءَ
الم ڏئي ملي پنهنجي پرم پوڄنيه پتا جن
ديوان مولچند ڌرمالي مل ميراڻي جي دل جي
مراد ۽ پرم پوڄنيه ستگرو صاحبن بابا سروپداس
صاحبن جي آشيرواد سان ۽ دربار صاحب هالاڻي
جي شيرا ڪرڻ لاءِ - سو ڪيئن اهو انوکو پڙهڻ جهڙو
احوال آهي- سنه 1906-1907 جي ڳالهه آهي- منهنجا
پتا صاحب ان وقت هالاڻي جي ڳوٺ ۾ هيڊ ماستر
ٿي آيا- اسان وينل ته ٺاروشاهه (ساهتيءَ) جا آهيون
پتا جن جي نوڪريءَ ڪري پيئي بدلي ٿيندي هئي
پتا جن جي شادي ڪنڊياري مان ٿيل هئي. هالاڻي
جو ڳوٺ ڪنڊياري کان 6 ميل ۽ ٺاروشاهه کان 16
ميل پري ه . ان ڪري پتا جن جڏهن هالاڻي بدلي
ٿي آيا ته ٻارن کي ڪنڊياري ۾ رهائي پاڻ اڪيلا
هالاڻيءَ ۾ رهندا هوا - هر ڇنڇر آرتوار ڪنڊياري
اچي ٻارن جو واءُ سواءُ لهي ويندا هوا - ان وقت
ڪين ٻه نياڻيون هيون . پتر سنتان ڪونه هون -
نياڻيون به پنهنجي ناناڻن وٽ سکيون رهيون ۽ پتا
جن کي ڪابه چنتا ڪانه هئي - پتا جن کي دربار
صاحب هالاڻيءَ ۽ سنت سرومڻي سروپداس صاحبن
جي هاڪ ته پڌل هئي - جڏهن هالاڻيءَ ۾ آيا ته دربار

صاحب جي شيوا ۾ لڳي ويا - بابا سروپداس صاحب جي سنگت ڪيائون - پريم ۽ شرڌا رکي خوب شيوا ڪندا هئا. ان وقت ٻه گديون دربار صاحب ۾ هيون ڀريون نمبر گدي، جنهن تي بابا سروپداس صاحب براجمان هئا. ٻيون نمبر گدي به هئي جنهن تي براجمان هوا بابا هرپداس صاحب. پتا جن صبوح جو امرت ويلي دربار صاحب ۾ نت نيم سان ويندا هوا - ڪيرتن وغيره ٻڌي لاڀ وٺندا هئا. دربار صاحب جو اهو نيم هو ته پوري 5 بجي ڪيرتن ۽ آسادي وار چالو ٿيندي هئي ۽ سج اڀرڻ کان اڳ پوري ٿيندي هئي. پتا جن جو به اهو نت نيم ٿي ويو. ڪيرتن جي پوري ٿيڻ بعد پتا جن بابا سروپداس صاحب جي ڪٽيا تي وڃي سندن درشن ڪري آشيرواد وٺي پوء گهر ايندا هوا. بابا صاحب کي خبر هئي ته پتا جن هيڊ ماستر ٿي آيا آهن. انهن ڏينهن ۾ هيڊ ماستر به عملدار ڪري ليکبو هو ۽ الڪري عزت جو پاتر هو. انهيء درشني سان سڀ دربار صاحب ۾ پتا جن جي عزت رکندا هوا. بابا سروپداس صاحب ته جاڻي جاڻڻ هار هوا. انهن کي ٻڌو بي طرح معلوم ٿي ويو ته ماستر صاحب نت نيم سان اچي ڪيرتن جو رس وٺندا آهن ۽ سندن درشن ڪري آسيس وٺي پوء ڪم ڪار لاء ويندا آهن. بابا

سروپداس صاحبن جي مهر پتا جن کي ٿيندي وئي.
جڏهن وقت ويو گذرندو تڏهن پتا جن جو صدق ۽ شرڌا ويا
وڌندا. پتا جن به پنهنجو نت نيم ٿي اڏول رهيا. ڪڏهن
به نيم نه ڇڏيائون. بابا سروپداس صاحب جو راز به
پتا جن مٿان وڌندو ويو. اُن وقت پتا جن کي پٽر
سنتان ڪو نه هو. صرف ٻه نياڻيون هيون. سياڻپ
سندن من ۾ اچيا ٿي ته سنتن جي شرڻ ۾ پئي اهڙي
آشيرواد وٺجي جو پٽر سنتان ٿئي. ٻڌي اڳيئي پئي
هئي. فقط وقت اچڻ جي دير هئي. هڪ ڏينهن
پتا جن جڏهن ڪيرٿن مان ٿي بابا سروپداس صاحبن جي
چرنن ۾ اچي ويٺا ته سنتن ڪلي ڪيڪاري حال احوال
پڇيو. پتا جن موقعو سنئو ڏسي بلڪل نمرتا ۽
نماڻائي سان وينتي ڪئي. عرض ڪري چيائون ته
سائين اوهان جي ڪرپا سان اولاد ته ٿيو آهي پر
سڀ نياڻيون اٿم. گود خالي آهي. اها اندر ۾ پياونا
اٿم ته سائين جن اهڙي مهر ڪن جو خالي گود پرجي
پٽر سنتان ٿئي. اوهان جا ڀنڊار ڀريل آهي. اوهان
جي دربار کو به سوالي خالي ڪونه ويو آهي.
مونکي پڪ آهي ته خالي ڪين موٽائيندا ۽ منهنجي
دل جي مراد به ضرور پوري ڪندا. اوهان جي
گهر ۾ ڪا به ڪمي ڪونهي مونکي به جي پٽر سنتان
ٿيو ته پهرين پٽر ونان دربار کي ڏيندس. سنتن

اهو ٻڌو ۽ مشڪيا - اندر ۾ ڇائي ويا ته ماستر کي
هڪ ڪان وڏيڪ پت ڪپي - پتا جن جي سڄي
سڪ ۽ شوق هئي - دربار صاحب ۽ سنتن جي درشن
لاءِ به نيت ڪم سان ويندا هئا - سنت ماڻ ۾ رهيا ۽
ڪجهه به نه ٻوليائون مگر اندران ئي اندران آشيرواد ڏيئي
ڇڏيائون - اهڙيءَ مهڙي ۾ ماتا صاحب گرڀواتي ٿي. پورن
9 مهنن کان پوءِ تاريخ 15 مارچ 1908 ڪنڀيا ري
۾ منهنجو جنم ٿيو - منهنجي ناناڻي گهر ۾ اوڙي پاڙي
۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي - واڌايون وري
ويون - منهنجي ناني خانو ماءُ جي نالي سان پرسد
هئي - سڄي پاڙي ۾ ڪيس عزت ڏيندا هوا. جو هوءَ
حڪمت به ڄاڻندي هئي - اوکي سوکي ٿيءَ تڏيءَ
ڪير به ايندو هوس ته يڪدم وڃي ڏس پا ستي
ڪي ٻڌائي ايندي هئي - خانو ماءُ کي ڏوهٽو ڄائو آهي
اهو ٻڌي سڄو پاڙو خوشيءَ ۾ قولار جي ويو - منهنجو
جنم 4 ۽ 5 بجي امرت ويلي ٿيو هو. صبوح جو برهمڻ
کي ٻڌايو ويو - برهمڻ گره گوچر ڏسي ٻڌايو ته ٻالڪ
تمام چڱو ڳرهن ۾ ڄائو آهي. ڇهگهڙن ۾ جنم ٿيو
اٿس سو مان چئي ڪو نه لکندس - ٻالڪ جي ڳرهن
جو اثر ڏاڏاڻن، ناناڻن، يا برهمڻن تي ٿيندو آهي
انڪري پاڻ چئي نه لکيائين - پتا جن ته هالائي هئا
تنهن يڪدم خوشخبري موڪلي وئي پتا جن

ٻڌي ڏاڍو گد ـ گد ٿيا ـ سوامي سروپداس صاحبن
جي رحمت ڇاٽي اندر ٿي اندر ۾ ڪين وارون وار
نمسڪار ڪيائون ـ يڪدم سنتن جي چرنن ۾ اچي حاضر
ٿيا ـ سيس نوائي ڪين پيتا جن ڇهو ته اوهان صاحبن
جي مهر ميا سان جهولي ڀري آهي ـ ٻالڪ جو جنم
ٿيو آهي ـ اها امانت توهانجي آهي ـ ٻالڪ دربار
صاحب جو ٿيو ـ ڪرپا ڪري نالو صاحبن مان ڪڍي
وڪوس ـ پنهنجي امانت اڳتي پاڻ پيا سنڀالجو ـ پوء
برهمڻ جي ڳالهه ٿي ٻالڪ جا گره ڪهڙا نه ڳرا آهن
سموري ڳاله ڪري ٻڌايائون ـ سنتن سموري حقيقت
ٻڌي ـ گرو گرنٿ صاحب مان نالو ڪڍيائون جو "رو"
اکر ٿي نڪتو ـ پاڻ نالو رکيائون روپو ـ پيتا جن
سنتن جي چرنن ۾ سيس نرايو ـ ٻالڪ جو نالو روپو
ورتائجي ويو ـ سڪول ۾، چاهي نوڪريءَ ۾ به
اهو ئي نالو لکايو ويو ـ اڄ ڏينهن تائين اهو ئي نالو
ورتائجي رهيو آهي ـ ان ڪري ٻالڪ جي جنم پتري
وغيره به ڪرنه ڪئي ويئي ـ سنتن جي وچن انوسار
سنسار جو سفر 15 مارچ 1908 کان منهنجو شروع ٿيو
اهو ڏينهن مون لاء سڀاڳو آهي جو هيءَ درلڀ
مانش ديهه ملي ـ غيب جي گدو چري خبر هڪ خانوده
ڪي ـ پرالبڌ ته جنم وٺڻ وقت ئي ٺهي چڪي هئي ـ
پر پوء ڪي پائڻ جو سنڌر موقعو مليو ـ چوراسي لکه

جو ليون ڪانئي مدش ديھہ پراپت ٿي - اڄ ٽانئين نہ سڀ وقت وئرت گذري ويو- عمر جا 77 سال پورا ٿي ويا آهن - پر اڄان پريوءَ ڪي پانڻ جي رمز ڪولہ هٿ آئي آهي - اڄان نہ ڏهہ ئي ڏوکڙ لسا آهن- پريتم پانڻ جو پند بہ اهڙو سٺائو ڪونهي- وري بہ شڪر آهي جو دربار صاحب هالاڻيءَ ۽ الي جي سنتن جو سنگ نصيب ۾ لکيل هو- اهو مليو ويو- انهن ۾ وشواس ۽ صدق ٿي ويو - انهن سنتن جي بہ مهر ميا ٿي وئي- پاڻ ڏي بہ ڇڪيندا رهيا - انهن جي رحمت اڄ تائين داس تي قائم آهي - ان زور تي سنسار ساگر جو سفر هيل تائين سکيو سهنجو گذريو آهي - ڪو بہ ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکاريو اٿن - مطلب تہ هر طرح داس جي رکيا ڪندا آيا آهن ۽ هر طـــرح سکيو رکيو اٿن - ٻن سالن گذرڻ بعد ماٽا صاحب وري گريرتي ٿي - ان عرضي اندر پتا جن جي بدلي هالاڻيءَ مان ٿي وئي - دليپوئن جي گورنمينٽ اِلي سڪول جا هيڊ ماستر ٿي ويا - جيئن تہ اٽان اچڻ وڃڻ جي سهوليت هئن لئهن ڪري ٻارن کي نارو شاهہ ۾ ئي رهايائون - پاڻ هر هفتي ڇنڇر آئوار تي اچي ٻارن سان گڏ رهندا هئا. پتا جن کي هاڻ پڪ هئي تہ ٻيو بہ پٽ ئي ڄمندو ۽ سوامي سروپداس صاحبن وٽ ڪيل ارداس اگهائجي ويندي. تيئو بہ

آئين - مان اڍائي سالن جو هوس جو مونکي ڀيو ڀائڙو ملڻو ۽ جوڙا ڄمڙا ٿيا هين - گهر ۾ ڏاڍيون خوشيون ملهايون ويئون. سڀني جي اپار ڪرپا ۽ رحمت سان خاندان وڪه اڳتي وڌائي - مان ٻهريون پٽ هوس ان ڪري سڀاوڪ مون تي سڀني جو پيار هو اڍائي سال لاڏ ڪوڏ سان پليس - منهنجي ٻقي ابڙاٽ ۾ پرڻيل هئي اها مونکي ڏاڍو پيار ڪندي هئي ۽ ڪڪه پيو نه سهندي هئي. منهنجو به ان سان بيحد پيار ٿي ويو ايترو جو مان هن سان هري مري ويس جو اڃان ساڍي 3 سالن جو مس هوس ته مونکي پاڻ سان ابڙاٽ وٺي ويئي.

## پتا جن جو ديهانت

اڃان 6 مهنا ابڙاٽ مس رهيس ته سنه 1912 ۾ پتا جن جي تندرستي ڍلي ٿي ويئي - دم جي بيماري ته اڳ ۾ ئي هين - اها ڏن به ڏن ويئي وڌندي - ڪين پرون پڄي ويا ته هن نگريءَ بيماريءَ مان ڇٽڻ محال آهي - اها انت سمي اچڻ جي چتاڻي آهي - ان خيال ايندي يڪدم موڪل وٺي پنهنجي حياتيءَ جا باقي ڏينهن پڇاڙيءَ جا اچي پنهنجن ٻارن سان گذاريائين - موڪل وٺي

ٺارو شاهه اچي رهيا . دليپون مان پڻ سيٺي سان
موڪلائي چوڪلائي چئي آيا ته دم ٽي ڀروسو ناهي
ايشور کي الائي ڇا وڻي . وري نوڪريءَ تي واپس
وران يا نه سو چئي نٿو سگهجي. وري جيءَ جنمڊن جا
ميلا . جي دليپون جو اڄان ڏاڍو پاڻي رهيل هوندو
ته اچي ڪانبو . جڏهن ٺي ٺارو شاهه پهتا ته بيماريءَ
ته زور پڪڙيو . علاج لاءِ ڪين ڇڏيو ويو ؟ پتا جن
فرمايو ته وقت پورجي آيو آهي. آخرين سمو اچي ويجهو
پهتو آهي . انگريزي موٽڪي سٽيون ڦڪيون ۽ دوائون
کائڻ لاءِ زور نه ڪريو - باقي هفتي کن جو مهمان
آهيان . اهڙو چئي وري سيٺي کي ڀٽي دلداري
ڏني ڇيائون ته سرير ته نيت اڳي پورو ڇڏڻو آهي. سنسار
مان هڪ ڏينهن لڏڻو ئي آهي . ايشوري اشارا ٿيا
ٿا اچن . پر مان اوهانکي هڪ ڏينهن اڳ ٻڌائيندس
۽ اوچتو نه ويندس . برابر 6 ڏينهن گذريا ته سيٺي
کي ٻڌايائون ته هاڻي منهنجي تياري آ . وڏڙهي جي
سيٺي وڏڙن ۽ ڀائرن کي گهر ۾ گهرائي ٻڌايائون .
منهنجي وڏي ڀاءُ سيٺ سنتداس کي گهرايائون. اسان
جي وڏڙهي ۾ وڏي ۾ وڏ ؛ هو ٻابا هزارمل . اهو ته
آيو . پوءِ منهنجي ماتا کي سڏي چيائون ته ڪپڙ ۾
ٻڌيون رکيون آهن سي سڀ ڪڍي اچ . ٻڌيون سڀ
ٻابا هزارمل کي ڏيکاري سڀ ليکو چوکو سمجهائي ڇڏيائون

نه هاڻي منهنجي وڃڻ جي تياري آهي. پرانهه ڪال
جو سمو ٿيندو ۽ نه هيءَ سنسار ڇڏي ويندس. اهو
شام جو وقت هو. ان رات لعل ڪنهن کي به ڪونه
آئي. پتا جن رات جي رسوئي توري ڪائي جلد ئي
آرامي ٿيا. ڪين لعل اچي ويٺي. رات جي پوئين پهر
سجاڳ ٿيا. منهنجي ماتا صاحب کي گهرائي ڪيس چيائون
نه هاڻ منهنجي تياري آ. تون دل نه لاهجانءِ. سريو
نه هڪ ڏينهن نيت ڇڏڻ آهي. اڪيلا آيا اڪيلا
گيا. ڪو به گڏ ڪونه هلندو. صرف نام جو آڌار آ
اهوئي انگ سنگ هلندو ائين ڳالهائيندي ٻولهائيندي
هڪ به هڏڪي آئين. پل ۾ پکي پڃري مان پرواز
ڪري ويو. جئن جل ۾ جل آهي ڪانسا تئن جوتي
سنگ جوت سمانا. پتا جن جي جوت به سچيءَ جوت
سان ملي ويئي. گهر ۾ رودن مچي ويو. سمو انبرت
ويلو! شانتي لڳي پيئي هئي. روئڻ پٽڻ جي آواز
ٻي سڄي وسڙهي جا ماڻهو سجاڳ ٿيا. ننڍا، وڏا،
مرد، زالون ۽ ٻار سڀ اچي ڪٺا ٿيا. ڪنهن ياري به
قاصد ويو جتان نانڪي صاحب يڪدم اچي پهتي.
اهڙي طرح پتا جن جا سواس سڪالا ٿيا. بدان ڪنهن
به سر پرڪ دکه پيا. پيتڙا جي وڃي پريءَ جي چرڻن
۾ پهتا. پڇاڙيءَ جو سڀني مان موه ڪڍي ڇڏيائون
مان ان وقت ايڏاڻ ٻڌيءَ ونته رهيل هوس. ڪيترو

نہ سگهي سگهي سهڻن کان ڀڄي ڀڄي موٽڪي ورتائون
پر اٿين نہ ڇپائون تہ پلا روڻي کي بہ گهرايو - ڇهن
ڏينهن ۾ اصل ڄڻ سيڻي کي وساري ڇڏيائون ۽
پريوءَ جي گود ۾ وڃڻ جي خوشيءَ ۾ اندر ئي اندر
آنند ۾ رهيا - آهڙا سواس سڪالا شل ايشور سڀ
جا ڪري - موٽڪي دکہ فقط هڪ ڳالهہ جو ٿيو جو
پتا جن کي انت ۾ ڪلهو بہ نہ ڏٺي سگهيس. عجب
رنگ آهن پريوءَ جا وقت گذرندي ويرم ئي ڪانہ
ٿي - ڏهہ ڏينهن جهٽ گذري ويا - ٻارهين جو ڪم
شروع ٿيو ۽ پوڄا ٿي - ان ئي رات اوچتو نانـي
صاحب کي پتا جن خواب ۾ درشن ڏنو - ٻنهي جي
وچ ۾ هيٺيون واتاورڻ خواب ۾ ٿيو -

ناني صاحب - روڻي ڀيڻ هي ڏرهان ڇا ڪيو - ٽڪڙي
تياري ڪري ويا هلما - ٻچڙا ننڍا ڇڏي
ويا اڪوري ڪنهن کي ٻچڙن جي
پارت ڪري ويا -

پتا جن - پريوءَ جو پروانو آيو سو چشمن ٿي رکـي
سندس گود ۾ پهتو آهيان ٻچڙن جو راکـو
(آڱر سان مٿي اشارو ڪري) ڇپائون تہ
پريو اچي پاڻ ٿيندو -

ناني صاحب - اٿين ننڍا ٻار ڇڏي وڃڻ نہ کپندو هو
اوهان کي!

پٽا جن ـ اهو نه ٿيو پر مان روپــي ماءُ کـان سواءِ
اڪيلو تو پاڻ کي سمجهان ـ انڪري ڪمس
به وڃڻ آيو آهيان !

ايترو چئي ٻس ڪمائون ته نائي صاحب جي اکم کلي پئي ـ سپني واري ڳالهه دل تان لهيس ٿي ته ـ صبوح جو جڏهن سڀ اٿيا ته سڀني کي وهاري سپني واري سموري ڳـالهه ڪري ٻڌايائين ـ اڳ ۾ ائين چوندا هوا ۾ هاڻي به اچا چرڻ ۾ ايندو آهي ته سپني جي ڳالهه جي ٻڌائي چڏبي آ ته سچي ڪانه ٿيندي پر ائين نه ٿيو ـ رنگيءَ جا رنگ نيارا آهن ـ ان ڏينهن صبوح جو ٻارهي جو ڪريا ڪرم ٿيڻو هو ـ

# مانا صاحب جو ديهانت

ٻارهي جو ڪريا ڪرم پورو ٿيو ـ برهمڻ ڪـي ڪارايو ويو ـ پنهنجن وڏهي ۾ رهند ڙ سڀـني ڀاٽڙن تيڙن لوڙي وڏن جڙ به عام پيدارو ڪرايو ويو ـ مانا صاحب اهو سورو ڪاره پاڻ پئي ڪرايو ـ هر طرح نيڪ هئي ـ جڏن ئي رات جي رسوئي ڪري آرامي ٿي ته بخار بدن ۾ سمجهائين ـ سپنـي واري ڳالهه ته سڀني کان وسري وئي ـ بخار سڄي رات

هليو - سڄي رات بي آراميءَ ۾ گذاريس - ناني صاحب
حڪمت جو ڪم ڇا ڪندي هئي - ان گهڙيءَ ٿي حيلو
هلايو. پر بخار وڌيڪ تيز ٿيندو - ٻئي ڏينهن به بخار
هليو ۽ گهٽ نہ ٿيو - چوٿين ڏينهن تہ بخار اهڙو
وڌيل هو جو جڻ ٻني ٿي ٻري - پنجين ڏينهن
مالا صاحب جي حالت بلڪل خراب ٿي ويئي -
ڳالهائڻ اوچتو بند ٿي ويو ۽ زبان لڳي ويئي ڊاڪٽر
گهرايو ويو - ڊاڪٽر چيو تہ حالت اهڙي آهي جو
بچڻ محال اٿس. جيڪو بہ دان پن ڪرائڻو هجيو تہ
اهو ڪرايوس - ان وقت ناني صاحب کي اها سپني
واري ڳالهه ٺري آئي دل ۾ - هٿ پڪ تيس تہ
برابر روئي پيءَ ونڊ آيو اٿس ۽ ان سان پئي روح
رهائيون ڪري - خير ڊاڪٽر تہ ائين چئي روانو
ٿيو - ڊاڪٽر جي وڃڻ بعد يڪدم مالا صاحب جي
حالت بگڙي ۽ اکيون ڦرڙائي ڇڏيائين. ناني صاحب
نبض جهلي ويٺي هئي. اکين ڦرڙائڻ کان پوءِ يڪدم
نبض بيهي ويئي - مالا صاحب جو ميلو بہ وڃي پنهنجي
پران پتيءَ سان ٿيو - سڀ پيا عجب کائين تہ عمر ۾
اهڙو مثال ڪونہ ڏٺو يا ٻڌو آهي - سڀني کي جدائيءَ
جو داغ ڏيئي ويئي - ان وقت باقي اسان چار ٻار
گهر ۾ هئاسين - ٻہ پٽ هڪ 12 ورهين جي ۽ ٻي 7
ورهين جي - 2 پٽ هڪ مان 4 ورهين جو ٻيو

نهال ڏيڍ سال جو. اهڙيءَ طرح جيڪو ماتا صاحب
جو شيوا ڪرڻ جو آسرو هو سو به ويندو رهيو - مان
اپاهجو ٿي رهجي ويس - اپاهجو ان ڪري جو ماتا پتا
جي شيوا هٿ نه آئي - پرڀوءَ جو حڪم ائين ٻڌجي
آيو - شڪر آهي جو وري به ماتا صاحب کي ڪلهو
ڏيئي اماڻي سگهيس - ماتا صاحب جي ديهانت کان
پوءِ نانو صاحب به آيل هو - ٻارهين گذرڻ کان پوءِ
بابا هزاريمل منهنجي چاچي ۽ ناني صاحب کي ٻنهين
۽ ڪاغذ پٽ ڏيکاريا - بابا هزاريمل ڪليو انهن سان
ڳالهايو ۽ چيو ته ليڻي اها آهي ته ڦرين پاءَ پوءِ
ناناڻا ۽ لٿي پئي اسين - منهنجي چاچي سنتداس کان
ڦريون پڇيائين منهنجي وڏي ڀيڻ کي به گهرائي
وهاريو هوائون منهنجي چاچي يڪدم چيو ته مان
ٻارن جي ديکه ڀال ڪرڻ لاءِ تيار آهيان - ٻار منهنجي
سر ساڻ آهن - پاليءَ جي چاهين ته اسان سان گڏ رهن
بابي هزاريمل ۽ ناني صاحب کي به اهو وڻيو ۽ انهن
اهو قبول ڪيو - باقي گڏ رهڻ لاءِ منهنجي ڀيڻ ڏانهن
نهاري پڇيو ته ڇا ڪر ديک ڀال ڪرڻ تنهنجي
چاچي قبول ڪيو آهي - باقي گڏ رهڻ پيا نه رهڻ
اهو اوهان جي مرضيءَ موجب فيصلو ڪيو - منهنجي
ڀيڻ کي اکين مان پاڻي اچي ويو ۽ رُئڻهارڪو منهن
ڪري چيو ته ماتا پتا جي چاڪري ڇڏي ۽ گهر بند

ڪرڻ ليءِ ٿي دل نه آهي- اسين 4 رهندا ڪنداسين
پنهنجي گهر ۽ اباڻي جهڳي ۾- اسانکي مهيني جو
خرچ ٻڌي ڏيو ان مان اسين پورائو ڪنداسين صرف
رات جو گهر اڪيلا ڪو نه سمهنداسين. اهــا ڳالهه
سيٺني کي وڻي- پوءِ خرچ مهيني جو ٻڌي فيصلو
ڪيائون جو منهنجي چاچي صاحب هر مهيني ڏيڻ
قبول ڪيو. ان طرح سان اسين چارئي ڄڻا پنهنجي
گهر ۾ ڏينهن سڄو گذاريندا هواسين- اسان کي ناناڻن
وٽان به چڱي مدد ملندي هئي. سنه 1913 ۾ منهنجا
5 سال پورا ٿيا- مونکي سڪول ۾ وهاريو ويو-
ان وقت سنڌي ۽ انگريزي سڪول هڪ ئي حاطي
اندر هوا چار سال سنڌي وديا پڙهيم- چوٿون درجو
پاس ڪري پهرين انگريزيءَ ۾ آيس- انهن ڏينهن
۾ صرف 5 درجا انگريزي پاڙهيا ويندا هوا ۽ هاءِ
سڪول اڃان نه ٿيو هو.

## پهرين مهاڀاري لڙائي

سنه 1914 ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي- اها
انگريزن ۽ جرمن وچ ۾ يورپ کنڊ ۾ چالو ٿي- اسان
کي سڪول ۾ انگريزن جي سوڀ جا گيت ڳارائيندا
هوا. ان جنگ لڳڻ ڪري هر هنڌ ڏاڍو هراس ڦهليل

هو- اُهين ٻه ياد اٿم ته ٻپ ڏيندا هوا ته اڄهو تــو
جرمن ڪاهي اچي- سنه 1918 ۾ لڙائي پوري ٿي-
جرمنيءَ جي ٻري هار ٿي- پوءِ سيٺي سک جــو
ساهه پٽيو- ان وقت مان پهريون درجو انگريزي
پڙهندو هوس- منهنجي وڏي ڀيڻ لاءِ مٽي مائٽيءَ
جون ڳالهيون پئي هليون نوشهري ۾ هڪ گهر جاچيو
هوائون آکهه ڪشمائي- ڇوڪرو سيٺي کي وڻيو-
آکهه ٻه سٺي هئي- ائي پڪ ڏنائون- اچان مهنجو
مس گذريو ته ڇوڪري گهر ڇڏي وڃي سنياس اختيار
ڪيو- اهو ٻڌي چاچو صاحب نوشهري چڙهي ويو-
ڇوڪري جي مائٽن سان مليو- ڳالهه ٻولهه ٿي- آخر
اٿين فيصلو ٿيو ته رشتو ٽوڙيو وڃي- پتا جن جي
بدلي هالائي مان جٿن ٿي ته دربار صاحب هالائيءَ
۾ سنتن سان ناتو فقط دل ۾ رهيو- نڪر اچڻ نڪر
وڃڻ ٿيو- منهنجي ٻــاري ۾ ڪڏهن اُهن
چوندا هوا ته دربار صاحب کي ڏنل آهيان ۽ جڏهن
وقت آيو ته موڪيا ڏئي آزاد ڪرائي ايندا- منهنجون
ڀيڻر پئي شاديءَ لائق ٿيون- مائٽيون جاچڻ جـــو
ڪم چالو رهيو- مان ٻـــ، پهريون درجو پاس ڪيو-
جلد ئي ٻنهي ڀينرن جو مڱڻو پڪو ٿيو- وڏيءَ ڀيڻ
جو ٻهلائيءَ ۾- راو ڌائي آکهه هئي ديوان ٽيرٿداس
اور سيٺ سيٺ ڏيپچند جي سپتر سان- ننڍيءَ ڀيڻ

ڇوڙي هالائيءَ ۾ ديوان آنند رام ٽيڪومل وڏو واڻي
سان - ان کان اڳ منهنجو سوٽ آسنداس مٽياڻي
پوسٽ آفيس ۾ نوڪري ڪندو هو. ان جي بدلي
شڪارپور ۾ ٿي - تنهن شادي ڪيل هئس - ٻارن
ٻچن کي پاڻ سان وٺي وڃڻ جو فيصلو ڪيو هوائين-
هڪ ٻار ٻـ گهر ۾ رهائڻ لاءِ روتي سمجهائين - سو
مون کي به وٺي ويو - مان ٻيو درجو وڃي شڪارپور
۾ پڙهيس - اهو پاس ڪيم ته وري ديوان آسنداس
کي حيدرآباد سنڌ بدلي ڪيائون - مان به حيدرآباد
(سنڌ) آيس - ٽيون درجو اين. ايڇ. اڪيڊميءَ ۾
۾ پڙهيس- اسان جي جاءِ به سڪول ڀرسان ٻڌو ڪيائيءَ
جي جاءِ ۾ ورتل هئي - منهنجو سوٽ ٻابا صاحب
هزاريمل جو پٽ واسومل ان وقت ڊاڪٽريءَ جي
ڪاليج ۾ پڙهندو هو - ديوان آنندرام به ائيسب رجسٽرار
جي ڪورس جي ٽريننگ ۾ هو - ديوان ٽيرٿداس
ماليءَ ۾ سروير هو جو موڪل وٺي، واسومل ۽ آنندرام
سان گڏجڻ آيو - ڪيس اسان جي خبر پئجي وئي
هئي- هڪ ڏينهن ٽئي ڄڻا مونکي ڏسڻ واسطي اسان
جي گهر جي هيٺان اچي بيٺا - مونکي هيٺ گهرايائون
۽ گهڻو پيار ڏنائون - حال احوال ورتائون منهنجن
ڀينرن جي شادي نه مڱڻي کان پوءِ جلد ٿي ٿي هئي-
شاديءَ کان پوءِ مونکي ڏئي ٿي ڪرڻ هرائون -

منهنجو ننڍو ڀاءُ ته ٽاروشاهه ۾ رهندو هو ۽ اُتي
پڙهيو. مون ٽيون درجو پاس ڪيو ته وري
آسنداس جي بدلي ٿي. اتي پڙهڻ جي به سهوليت
ڪانه هئي. ان ڪري مان چوٿون درجو انگريزي
اچي ٽاروشاهه پڙهيس. پڙهڻ جو چڱو هوس.
ٽئين درجي ۾ چوٿون نمبر آيو هوس ان ڪري
مونکي ٽاروشاهه ۾ داخلا ملي وئي. سڪول جي
ڦيرين گهيرين جي ڪري منهنجي پڙهائيءَ تي به اثر
ٿيو. ٽاروشاهه جي سڪول ۾ پڙهائي به ڦڪي هئي
جنهن ڪري پڙهڻ ۾ گهٽ هوس. سنه 1920 ۾
۾ منهنجو وڏو پيٽارييو ديوان ٽيرٿداس بيمار ٿي
ڀلاڙيءَ مرڪل وٺي آيو. ڊاڪٽر ۽ حڪيمن جو
جو رايو هو ته سلهه (T.B.) اٿس. اهڙيءَ بيماريءَ
۾ ٻين کان الڳ ڪري رهائبو هو. ديوان ٽيرٿداس
کي به الڳ جاءِ اوطاق واريءَ ۾ رهايو هوائون.
علاج چالو ڪيو ويو پر ڪو فائدو ڪونه پيو. مونکي
به ڀلاڙي شهر لاءِ گهرايو ويو. چوٿين درجي جا
پويان مهينا اچي ڀلاڙي پڙهيس. اتي به پڙهائي
ڦڪي. جنهن ڪري مان ناپاس ٿيس. سال اجايو
ويو. مونکي ان وقت ٿورو راڳ ايندو هو. ٽاروشاهه
اچڻ سان مان ماستر لوڪومل هيڊ ماستر صاحب ۽
چاندوءَ نالي شاگرد جي سنگ ۾ ٿورو ڳائڻ سکيو

هوس - اهو چاندو پوءِ وڏي هوندي سنڌ جو
مشهور ڪلاڪار ۽ سنگيت آچاريہ ٿيو - نالو بہ چاندوءَ
مان ڦيري چندر رکيائين ۽ ماسٽر چندر جي نالي
سان هند سنڌ ۾ واڄٽ وڄائي ڇڏيائين - مونکي
ٿورا ڀڄن ياد هوا آهي روز ديوان ٽيرٿداس ڪني
ڳائي وڪڙ رائيندو هوس - اُن کي اهڙو تہ ڀڄن وڻندا
هوا جو چيائين تہ روز صبوح جو اچي آهي ڳائي
ٻڌاءِ - جلد ئي ان سال هو پرلوڪ پڌاريو - سنسار
جو سفر پورو ڪري ويو - ان ڪري منهنجي وڏي
پيڻ جلد ئي ودوا ٻڻجي وئي - هڪ پٽڙو سال ڏيڍ
جو فقط هوس - نياڻي بہ جائي هئس پر اها بہ جلد ئي
گذاري وئي - پيڻ جي اهڙي ڀاري دک ڪري
سياويڪ مونکي پڙهڏايو دک ٿيو - لڏنديڙ ائين
ٻٽيل هئي - مان ڇاتي ڪري سگهيس - ٻنهي پيڻ ۽
پاءُ کي دک لڪيل هو - پاڳہ قتل هو - پيڻ ودواپڻي ۾
۽ مان ناپاس ٿيس - مان جيترو عرصو ٻهلاٽيءَ ۾
رهيس تہ هفتي ۾ هڪ دفعو منهنجي پيڻ دربار
صاحب هالاڻيءَ ۾ هلندي هئي - مان بہ ان سان گڏ
ويندو هوس - دربار صاحب سان هن گهر جو گهاٽو
سنٻنڌ هو - سنڌس سڳو ڏير گديءَ نمبر 2 جو مالڪ
ٿي گڏ ريو هو - ديوان ٽيرٿداس جي شاديءَ کان اڳ
ٿورو وقت ٿيو هو تہ نرواڻ پد کي پراپت ٿيو هو -

اها گادي پوءِ خالي رهندي آئي - اهڙيءَ طرح
منهنجي حياتيءَ جو ٻيو نئون ورق شروع ٿيو - وري
دربار صاحب هالاڻيءَ ۾ اچڻ وڃڻ چالو ٿيو - بابا
سروپداس صاحب ان وقت گديءَ تي براجمان هوا -
انهن جو ساکيات درشن ڪري آنند پرابر - مونکي
انهن درويشن جو درشن ٿيو جن جي آشيرواد سان هي
دليپ مانش چڱو پرابت ٿيو - منهنجا ته مالڪ ئي
ٻاڻ هوا ءِ مان سندن ئي ٻالڪ هوس جڏهن پتا صاحب
وڃي ڏنو هو ته مان دربار صاحب جو ئي آهيان -
مون ڇوٿون درجو وري وڃي نواب شاهه ۾ پڙهيو -
الي ديان انعدرام سڀ رجسٽرار ٿي آيو هو. اتان
ڇوٿون درجو پاس ڪيم ته وري آسنداس نوشهري
پرست ماستر ٿي آيو - مونکي گهرائي پنجون درجو
انگريزي مدرسي ۾ نوشهري پڙهيس - پنجون درجو
پاس ڪيم ته سندس بدلي نوشهري مان ٿي وئي -
ان وچ نارو شاهه ۾ هاءِ سڪول ٿي ويو - مون 6 ۽ 7
درجو نارو شاهه ۾ ئي پڙهيو - ٻئي ڀائر الي پڙهندا
هواسين. جيترو وقت نارو شاهه ۾ گڏ پڙهياسين ته
جڏهن سڪول وئڪيشن ڪري بند ٿيندو هو
ته اسين ٻئي ڀائر ڪنڊياري نانا ڻن ۾ ۽ ڀلاڻيءَ
وڏيءَ پيڻ وٽ وڃي گذاريندا هواسين - هر سال
ٻه دفعا ويندا هواسين - ڀلاڻيءَ وڃڻ لاءِ رستو وچ

مان دربار صاحب هالائيءَ مان هوان ڪري ٻهرئين
لاءِ درشن ديدار ڪري پوءِ ڀلائيءَ ويندا هواسين.
بابا سرو پداس صاحب ٻڍهڻجي ڪٽيا ۾ رهندا هوا-
اتي پڻ دربار صاحب ۾ متي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ هئي-
موڪلي اهو ڏسي عجب لڳو ته ڪٽيا بابا جن جي
بلڪل ڪچي ٺهيل هئي- ڪو به ٺاٺ اندر توڙي
ٻاهر ڪونه هو- پر دربار صاحب بلڪل پڪي ءَ
سنگمرمر ٺهيل هئي- اندر سنگمرمر جو تخت گرو
صاحبن لاءِ ٺهيل هو جتي چار سوارٿون گرو صاحبن
جون رکيل هيون- سڄو فرش به ٽائيلس سان سينگاريل
هو. ٻه پرڪرماڻون به پڪيون سنگمرمر ٺهيل هيون-
اسان ٻئي ڀائر سنتن جي درشن لاءِ ڪٽيا ۾ گهڙياسين
بابا صاحب الدرپت ٽي آسڻ تي ويٺل هوا- اسان سنتن
جي چرڻن تي وڃي جهڪي متو ٽيڪيندا هواسين-
سنت اسان ٻنهي کي آشيرواد ڏيئي پڇندا هوا ته
ٻالڪ ڇا آئو- ڪٿان آيا آهيو- ڪاڏي ٿا وڃو-
مان نمرتا سان سنتن کي جواب ۾ ٻڌائيندو هوس ته
اسين ٻئي ڀائر آهيون- منهنجو نالو روپو ءَ منهنجو
ڀائي آهي- ٿارو شاهه مان آيا آهيون ءَ ڀلائي پڻ
وڃ ويندا سين- سنت يڪدم مشڪندا ۽ چهري سان
چوندا هوا ته دربار صاحب ۾ متو ٽيڪي، مائي
موڙيءَ جاءِ تي نڪري ڪائي ڀاڄي ٻي پوءِ ڀاڻي

ڀلائي وڃجو- اسان پوءِ سنتن کي مٿو ٽيڪي آشيرواد
پائي موڪلائي دربار صاحب جو درشن ڪري
مائيءَ جي جاءِ تي ٽڪري ڪائي پاڻي پي تازا توانا
ٿي ڀلائي ويندا هئاسين - پنڌ اچڻ جو ٿڪ ٿي
سڄو لهي ويندو هو- اڃهو ائين منزلون ڪندا اچي
ڀلائيءَ پيرڻ وٽ پهچندا هواسين - پيرڻ جو پيار به
انوکو هو- ڪهڙي ڳالهه ڪجي - اسان کي وري
به پيرڻ دربار صاحب ڏي وٺي سنتن وٽ هلندي
هئي- اهڙيءَ طرح سال به سال ٻه دفعا ايندا هواسين
اسان کي سنتن وٽ وٺي هلي اسان جي پيرڻ انهن
کي چوندي هئي ته سائين هي ٻئي ٻالڪ اوهان جا
ڏنل آهن - ماتا پتا ننڍڙيئي ڇڏي ويا اٿن هاڻي
ٻئي اڪيلا چاچي وٽ رهندا آهن ۽ پڙهندا آهن -
هنن تي مهر ڀريو هٿڙو گهمائي آسيس ڪيو. سنت
به هر دفعي منهنجي پيرڻ جي وينتي ٻڌي فرمائيندا
هوا ته مائي تون ڪا به چنتا هنن جي نه ڪر- هي
ٻئي سيني کان سکيا رهندا ۽ خوش گذاريندا- جيترا
پيرا وٺي هلندي هئي ته اهائي ارداس سنتن کي
ڪندي هئي - بابا جن به هر دفعي اهو ساڳيو ئي
جواب ڏهرائيندا هوا- مطلب ته جئن شاهه صاحب
چيو آهي ته منهنجو ڪم واڪا - پر ٻڌڻ ڪم پروڄ
جو- اسان جي پيرڻ به سنتن اڳيان پاڏائيندي رهي-

سنڌس اها ارداس قبول پئي - اسان ٻنهي ڀائرن جو
وقت اڄ ڏينهن تائين انهيءَ آشيرواد سان هر طرح
سکيو ستابو گذريو آهي - ڪوبہ ڏکيو ڏينهن نہ
ڏٺو آهي - سکول ۾ پڙهڻ ۽ 7 درجي پڙهڻ وقت
هيٺين اُستادن جو پيار حاصل ٿيو جو اڄ تائين نہ ٿو
وسري - (1) هيڊ ماستر صاحب شريمان لوڪومل
ڪارڙا (2) مسٽر ايسرداس رائسنگاڻي (3) مسٽر
آتمارام ٿهلياڻي - 7 درجي ۾ مان 4 نمبر آيس ۽
فرسٽ ڪلاس مارڪون کنيم - سياويڪ ماسترن جو
پيار بہ وڌيو - منهنجي پڙهائيءَ ۾ بہ گهڻو ڌيان
ڏيندا هوا - پر اوچتو منهنجي چاچي مونکي چيو تہ
مئٽرڪ جو خرچ گهڻو آهي ان ڪري وڌيڪ پڙهڻ
ڇڏي ڪا نوڪري ڪر - سکول ڪلي تہ نالو ڪڍائي
سرٽيفڪيٽ وٺي اچ - مونکي آئينده ڪجهہ اونداهو
نظر آيو - پر بابا سروپداس صاحبن جي آشيرواد جا
وچن ياد آيم - دل ۾ پڪ هئم تہ اهي وچن ضرور
پنهنجو ڪم ڪندا - سکول ڪليو - مان هيڊ ماستر
صاحب کي سموري ڳالهہ ٻڌائي - مون چيو تہ مونکي
سرٽيفڪيٽ ڪيدي ڏيو - منهنجا مائٽ چون ٿا تہ
ڪا نوڪري وڃي ڪر - هيڊ ماستر کي منهنجي
گهر ۽ مالي حالتن جي ٻخوبي ڄاڻ هئي - منهنجي
پتا جن جو بہ ساڻس دوستاڻو ناتو هو - مونکي

چيائين تہ ڪو بہ خيال نہ ڪر - مئٽرڪ تو ڪي ضرور
پاڙهجي - جي تنهنجا مائٽ ان جي خرچ ڪرڻ ۾
سمرٿ نہ آهن تہ اسين تو ڪي سڀ ڪنهن قسم جو
خرچ ان لاءِ ڏيڻ لاءِ تيار آهيون - تنهنجي في معاف
ڪئي ويندي - ڪتابن جو بہ خرچ سڪول ڀريندو -
باقي ڪاڌ خوراڪ ۽ لٽي ڪپڙي جو بہ تنهنجو
بندوبست اسان ڪنداسين - تون وڃي پنهنجي
مائٽن کي ٻڌاءِ - پوءِ تون اچي هت بورڊنگ ۾
رهہ - منهنجي چاچي کي اها سموري حقيقت ٻڌي
دل ۾ احساس ٿيو تہ جي ائين ڪيو تہ سڄو ڪيو
سندن ڪار ۾ ويندو ۽ مائٽن ۾ بہ پچر ٿيندي - اهو
فيصلو نيٺ ٿيو تہ جي سڪول فيءَ ۽ ڪتابن جو
خرچ ڪرڻ لاءِ تيار آهي تہ پوءِ باقي رهڻ ڪرڻ
لاءِ ڇڙن هت رهيو پيو آهين تن پلي رهي مئٽرڪ
پڙهہ - مون وڃي هيڊ ماسٽر صاحب سان ڳالهہ ڪئي -
تنهن ڪتابن جو بندوبست ڪري گهربل ڪتاب
وٺي ڏنا ۽ في بہ معاف ڪيائين - اهڙيءَ طرح اها
ڪٺنائي دور ٿي ۽ مان مئٽرڪ پڙهڻ چالو رکي - اهو
سڀ سائين سروپداس صاحب جي وچنن جو اثر ٿيو -
ٽن ڏيهن ۾ مئٽرڪ جي امتحان لاءِ ڪراچيءَ وڃڻو
پوندو هو - وري بہ ساڳيو خرچ پکي جو سوال پيدا
ٿيو - پر ان لاءِ ايتري پريشاني نہ ٿي - منهنجي مامي

اهو خرچ سڀ پاڻ تي هموار ڪيو - مولڪي لکيائين
امتحان ڪان ٿورو ڪن اڳ اچ - اچي هٿ رهي محنت
ڪري مئٽرڪ پاس ڪر - مٿين ڳالهين ڪري منهنجو
به حوصلو وڌيو - پڙهڻ ۾ رچي لڳي ويئي - مان
امتحان ڪان ٿورو اڳ اچي ڪراچيءَ ۾ مسٽر منگترام
جي اوطاق ۾ رهيس - اها اوطاق گاڏي ڪاتي ۾
ٻاميارِي هئي - سنه 1926 ۾ مارچ مهني ۾ امتحان
ڏيئي واندو ٿيس - پاس ٿيڻ جي اُميد دل ۾ چڱي
هئي جو پيپر سٺا ڪيا هئم - پر منهنجي متن مائٽن
کي اُميد ذرا گهٽ هئي- ليڪن مئي مهيني سنه 1926
اهو سياڳو ڏينهن آيو - مئٽرڪ جو نتيجو ظاهر ٿيو -
اخبار ۾ صرف رول نمبر ڇپيندا هوا - ان ڪان اڳ
سڄو نتيجو پريس وارن کي موڪليندا هوا - مان به
پريس ۾ ويس ۽ نتيجو وڃي ڏٺو- سلپ تي رول
نمبر ۽ نالو لکيل ڏٺيءَ مان ڏنر - تڙري ٿي وقت
اندر ان سلپ تي مارڪون ۽ پاس لکيل هو - دل ۾
ڏاڍي خوشي ۽ آنند پراپت ٿيو - سائين سرو پداس
صاحب کي دل ئي دل اندر وارون وار نمسڪار
ڪيم- ڏسو ته ڪيئن سنڌ ن وڃن پيا سڀ ڪم ڪن-
پڏندو هوس ته سائين جن جا وچن اڻين آهن جئن
پٿر تي ليڪو - اها هڪ حقيقت مولڪي به ملي-
مولڪي يڪدم نوڪري به ملي - مولڪي وڏي پيڻ

وٽان لکجي آيو ته ٻهراڻ هڪ مهيني جي سڄي پگھار سنتن جي آهي - اها رکي ڇڏ ج ۽ ان کي هٿ نه لڳائج. مطلب ته خرچ نه ڪج - انهن ڏينهن ۾ اهو دستور هو ته جيڪر ٻالڪ سنتن کي ڏال هوندو آهي اهو جيستين ٻهراڻ مهيني جي پگھار سنتن کي ڏئي پاڻ نٿو موڪائي، تيستين گرهست آشرم ۾ نٿو گھڙي سگھي - نوڪري ملڻ کان پوءِ مان جلد ئي پنهنجي پيڻ وٽ ٻهلاٽيءَ آيس - مونکي دربار صاحب ۾ وٺي هلي - مونکي نوڪريءَ ملڻ ڪري پاڻ به ڏاڍو خوش هئي - بابا سرو پداس صاحبن کي پيتا صاحبن واري سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايائين- کين وينتي ڪري چيائين ته هي ٻالڪ اوهان کي ڏال آهي - اوهان جي آشيرواد ۽ مهرميا سان ٻالڪ ٻڙهي نوڪريءَ ۾ لڳو آهي - سڀ ڏک ڏور ٿيا آهن - منهنجي پگھار سنتن اڳيان رکي عرض ڪيائين ته اها پيتا قبول ڪريو- ٻالڪ کي موڪائڻ لاءِ اوهان وٽ آندو اٿم- اوهان اجازت ڏيو ته گرهست ۾ رهي - سنتن اهو ٻڌي مشڪي چيو ته مائي اسان وٽ ٻالڪ ٻيا به گھڻا آهن - هن کي پلي وڃي شادي ڪرائي ڇڏيو ته سکي حياتي گذاري- اهڙن سنتن تان وڃان قربان ۽ سندن وچن تان ٻلهار! سو وري دربار صاحب سان ناتو جڙي ويو - اميد ئي ڪرنه هئي -

پر اهو پڪو ٺاٺو نه چڙهيو - سنتن دربار صاحب ۾
رهائڻ لاءِ اجازت نه ڏني ۽ شيوا ڪرڻ جو وجهه
نه ڏنو - منهنجي موڪل پوري ٿي - مان سنتن کان
موڪلائي آشيرواد وٺي پنهنجي ڀيڻ سان گڏ ڀلاڻيءَ
هليو آيس پوءِ موٽي ڪراچيءَ هليو ويس - ساڳيءَ
اوطاق ۾ رهندو هوس - اها اوطاق سياڳي لڳي
هئي - مئٽرڪ به پاس ڪيم - جلد ئي نوڪري
به ملي - سنه 1928 ۾ منهنجو ڀاءُ نهال به آيو - مئٽرڪ
جو امتحان ڏيڻ - پر بدقسمتيءَ سان ان سال ناپاس
ٿيو وري ٻيو سال وڃي ٺاروشاهه پڙهيو - ٻئي
سال مئٽرڪ پاس ڪري اهو به پوسٽ ڪاٽي ۾
نوڪريءَ لاءِ چڙهيو - ان بعد سنه 1929 ۾ اسان
جي شادي به ٿي - شاديءَ تي اسان جي وڏي ڀيڻ
به آئي هئي - شاديءَ کان پوءِ اسان ڪيس ٺاروشاهه
رهايو - ان سال ئي ڇر آئي ۽ ٺاروشاهه کي به ٻوڏ
جو خطرو هو - مان يڪدم موڪل وٺي ٺاروشاهه
پهتس - اتان پنهنجن ٻارن ۽ چاچي صاحب جي
سڀني ٻارن ٻچن کي وٺي ڪراچيءَ آيس - جنهن ئي
ٻوڏ جو خطرو لٿو ته ٻيا سڀ ٺاروشاهه موٽي ويا مگر
اسان جو گهر ڪراچيءَ ۾ ئي رهيو - ڪراچيءَ ۾ جڏهن
اوطاق ۾ مان رهيس ۽ مئٽرڪ پاس ڪيم ۽ شادي
به ڪيم ان جو مالڪ مسٽر منگترام منهنجو پوءِ سالو

ٿيو - اهو نہ اڳيئي ڪراچيءَ ٻارن سان رهندو هو،
اسان ٻہ اچي انهن سان رهياسين - پوءِ ڀڄهنجي جاءِ
مسواڙ تي ڪري ان ۾ رهياسين - منهنجي پيءُ جي
جي بدلي شاديءَ ڀليءَ ٿي - آئي پوسٽ ماسٽر ٿي
ويو - اهو ميرپور خاص کي ويجهو هو - موڪلي
لکيائين تہ سيني ٻارن کي شادي ڀليءَ موڪليو -
سڀ ٻـار پوءِ آئي رهيا - جلد ئي منهنجي پاڇائي
آئي بيمار ٿي پيئي - منهنجي سالي ٻوٽ هئي - گهڻيون
ئي دوائون ۽ سٽيون ڦڪيون ڪيائون پر نيڪ نہ
ٿي ۽ آخر پرلوڪ پڌاري - شاديءَ ڪئي سال مس
ٿيو هو - وري سيني ٻارن کي وٺي ناروشاهہ وياسين -
منهنجي پيءُ جي ماڻٽي ٿي - هالاڻيءَ ۾ ڀڳت چوهڙمل
جي نياڻيءَ سان ٿانواڻي آڪهہ ۾ - سڪہ سان ان جي
شادي گذاري وري سڀ اسين ڪراچيءَ آياسين - ان
وچ ۾ ڪراچيءَ ۾ ساهتي پنچايت ۽ شيوا منڊلي برپا ٿي
چڪي هئي - مان ان جو سيڪريٽري چونڊيو هوس -
جائنٽ سيڪريٽري هو ڪثومل ويڙهومل ۽ خزانچيءَ
جو ڪم ٻہ هو ڪندو هو - پروفيسر چوهڙمل ناروائي
هو پريزيڊنٽ - مکيہ اديش هو سيني ساهتي نواسين
۾ ميل ميلاپ ۽ پريم پيدا ڪرڻ - انهن جي شيوا
ڪرڻ ۽ شاديءَ غميءَ ۾ مدد ڪرڻ - مان هر سال
دربـار صاحب ۾ ويندو هوس ۽ باباجن جو درشن



*Mahant of Darbar Sahib Halani*

108 Puj Baba Sarup Das Sahib

ڪري آشيرواد وٺي ايندو هوس - منهنجي اندر ۾
اها ڀاونا ۽ سڪ اڀري ٿي ۽ اهو سڀاڳو ڏينهن
ڪڏهن ايندو جڏهن باباجن مهر ڪري اسان جي گهر
۾ اچي پنهنجا پوتر چرن گهمائيندا - ڳالهه بلڪل
ڏکي هئي ڇو جو سنت دربار صاحب مان نڪرندا
ئي ڪونه هوا - پر سچ چئو اُتن لڳي سڪ ۽ دل ئي
صاحب راضي -

## بابا سروپداس صاحبن جو ڪراچي ۾ پڌارڻ

منهنجو پيٽو پٽو ديوان انند رام ميرپور خاص مان
بدلي ٿي ڪراچي ۾ آيو - اسان گڏجي وڃي جاءِ
ڪري ويناسين - اسان جي جاءِ گاڏي ڪاٿي ۾ رام
باغ جي سامهون هئي - آڪٽوبر 1932ع ۾ ديوان
جيٺانند شوقترامائي ۽ جي جاءِ ڪراچي ۾ ٺهي تيار
ٿي - ان جو مهورت ڪرڻ لاءِ بابا سروپداس صاحب
ڪراچي ۾ اچڻ قبول ڪيو ۽ ڪراچي ۾ پڌاريا - منهنجا
ڀاڳ کليا جو باباجن جو درشن ٿيو - پوءِ مهنجو
ڪراچي ۾ ئي ڪرپا ٿي - مون ديوان انند رام کي
چيايو ته باباجن جو پڌارو ڪجي - اهڙا سندر موقعا
ڪڏهن ڪيا ملندا آهن پاڻ اهڙا صلاح ڪري ڪري
بئي ڄڻا گڏجي باباجن وٽ وياسين - ديوان انندرام
عرض ڪيو ته ڪرپا ڪري اسان وٽ پوڄن ڪريو -

سڀني ٻائي سانجنداس کي گهرايو - کيس فرمايائون ته
ٻائي هي ٻئي اسان جي رسوئي ملائڻ آيا آهن ٻ.
ٻائي هڻ وقت ٻه هلبو! هلبو! هلبو! اهين ٽي دفعا
ٽڪڙو چيائون - ٻائي سانجنداس چيو ته جيئن سائين
جن جو حڪم - سڀني هڪدم وڃڻ ڪيا ته سڀاڻي
صبوح جو نيرن ڪٽي هڻ وقت هلي ڪرين! هڪ
ٽي وڻي - ٻئي ڏينهن نيرون ڪرڻ لاءِ اسان وقت
اچڻ جو وقت 9 ٻجا مقرر ڪيائون - مان ته ڏاڍو
گد گد ٿيس جو منهنجي من جي مراد پوري ڪيائون -
اڃهو اٿين منهنجي اندر جي ڀاونا ۽ سچي سڪ
پوري ٿي - لائر ۾ ٻه پڪو وشواس وڌي ويو -
ٻئي ڏينهن پوري 9 ٻجي صبوح جو سنت ۽ سنگت
اسان جي گهر ۾ پڌاريا - بندوبست سڀ ڪيل هو -
بابا جن کي ٻهرين ڪمري ۾ وهاريو ويو - ڪٽ ٽي
سعدن آسڻ ڏاهيو وير - باقي سنگت ٻئي ڪمري
۾ - مون لاءِ سڀاڳو ڏينهن هو - ان وقت مونکي
هري ڪشن چانول هو جو سال کن کان مس هـر
ويڙهيون پائيندو هو - ان بالڪ کي به دل ۾ اڪير
ٿي ۽ خبر نه آهي ته ڪيئن ريڙهيون پائي اچي بابا
صاحبن جي ڪٽ هيٺان ويٺو - آڳر ۾ قرڙي به هئس
۽ چنس ٿي نٿي - علاج به گهڻوئي ڪري ٿڪا هواسين -
بابا جن آيا ٿي هوا بالڪ تي مهر ڪرڻ ۽ قرڙي

چنانڇ - سنتن ٻوڇن ڪائي ٻورو ڪيو - ڳرڙي ڪرڻ
لاءِ جڏهن ٿي ڪٽ تان لهي ٻيٺا تہ سنڌن چـــرن ان
ٻالڪ جي آڱر مٿان اچي لڳا - آڱر سنتن جي چرنن
لڳڻ سان دٻجي وئي سب گند ۽ ڪن ڪهڙو زور
ٻوڻ سان نڪري ويس پر ٻالڪ اِن زور ٻوڻ سبب
ڪوڙي رڙ ڪئي تہ سنتن پڇيو تہ ڇا ٿيو - سنتن
کي حقيقت ٻڌائيسين - ٻڌي يڪدم فرمايائون ڪو
ٻڙ ڪونهي، ڪو ٻڙ ڪونهي ڪو ٻڙ ڪونهي - ٻس
سنتن جـــا وچن نڪتا - سنت سک سان رسوئي
ڪري ويا - ٻالڪ جي آڱر جي ملم پٽي ڪرائي وئي -
ڇا آڱر اصل ٺٺي ڇٽي سا هڪ هفتي ۾ ٺيڪ ٿـــي
وئي ۽ ٻين آڱرين جهڙي ٿي پئي - ڦرڙيءَ جـــو
ڪو بہ نيشان نہ رهيو - اها هئي ڪرامات سنتن جي
چرنن لڳڻ جي - ٻاڻيءَ ۾ بہ گرو ارجن ديو مهراجن
چرنن جي مهما ٻڌائي آهي ڇيو اٿن تہ، چرن ساڌ کي
ڌوءِ ڌوءِ پـــيءُ - ساڌ کي ڏوڙ ڪرءِ اشنان -
سنت ڪراچيءَ ۾ مهينو رهيا - سڄو مهينو ڪيرتن
جي موج متي پيئي هئي - جن درشن ڪيو سي سڀ
ڀاڳيہ شالي هوا - سنت ڏياريءَ کان ڏهاڪو ڏينهن
اڳ دربار صاحب ۾ وڃي پهتا ۽ اتي پنهنجي گديءَ
تي براجمان ٿيا - وقت گذرندو ويو - پورا اٺ سال
گذري ويا - سنہ 1940 ۾ بابا جن جي صحت بگڙي

پئي- ڪين مٿن پيشاب جي تڪليف اچي ٿي- الڪري
ڦرڙي لڳڻ ۽ پير سڄي پيو- ڊاڪٽرن جو رايو هو
ته آپريشن ڪانسواءِ نه ڇٽندي- سو حيدرآباد سنڌ
آپريشن لاءِ روانا ٿي ويا- اٺين جولاءِ 1948ع ۾ سنتن
جو آپريشن ٿيو- ڊاڪٽر پڻ روڻي ۽ ٻيا سڀ سنڌي
هوا- ڊاڪٽرن چيو ته شيشي سنگهائي پيا سڄي هٽي
پوءِ آپريشن ڪرڻون پر سنتن اها ڳالهه نه مڃي-
گهڻي رد و بدل کانپوءِ ٻنا شيشي سنگهائي پيا سڄي
لڳائڻ سان آپريشن ڪيو ويو- سنت سمورو وقت
سماڌي ۾ هليا ويا- نيڻ ٻند فقط مک پئي هليو-
اڌ ڪلاڪ آپريشن ڪري گنڊ ٻه ڪڍي ملم پٽي
ڪيائون پر سنتن پاڻي آلند- جڏهن سمورو ڪم
پورو ڪري بس ڪيائون ته سنت سجاڳ ٿيا-
پڇيائون ته آپريشن ٿي ويو- ڊاڪٽر سڀ وائڙا ٿي
ويا- عجب پيا کائين ته هيتري ويڙ ڪ ٿي- گنڊ
صاف ڪري ملم پٽي ٿي- پر سنتن کي کا خبر نه
پئي- آپريشن ته ٿيو پر سنتن جي حالت پاڻ ان کان
پوءِ وڌيڪ خراب ٿي وئي- مون به اخبار ۾ پڙهيو
مونکي ياد آهي ته اهو وسپت جو ڏينهن هو- مان
به درشن ڪرڻ لاءِ جمع ڏينهن موڪل وٺي حيدرآباد
اچي پهتس ۽ درشن ڪري شام جو ٿي واپس موٽي
آيس- اهو آخرين درشن هو منهنجو- تاريخ 21

جولاءِ 1940 ڇنڇر ڏينهن سنتن نرواڻ پد پاتو -
جيئن جل ۾ جل آهه ڪتانا تئين جوتي سنگهه جوت سمانا - جوت
وڃي جوت سان ملي - قدرت مالڪ جي اهڙي جو
ساڳيءَ تٿ اشٽمي تي سنتن جي ورسي هر سال
ملهائجي ٿي جنهن تي پتا صاحب جي ورسي آهي -
سنتن جي ورسي ملهائڻ سان ازخود پتا جن جي بہ
ٿئي ملهائجي ساري سنڌ ۾ اها خبر بجليءَ وانگر ڦهلجي
ويئي - سنتن جي ارٿي حيدرآباد مان دربار صاحب
۾ آندي ويئي - ان باري ۾ ماستر چندر پنهنجي
رڪارڊ ۾ ائين ڳالهه ٻڌايو آهي تہ الف سمي ٿي
وڇڙ جي واري سنت اڳئي هو ڇتايو - ڦڪين بہ
فرق ڪونہ ڪيو لڏهن محسب ڪلي موڪلايو -
حيدرآباد مان سنت جي ارٿي هالاڻيءَ ۾ آئي -
درشن ڪارڻ رئندا آيا سک جگياسو الاهي. چندن
جي چکيا تي چاڙهي روئي تن موڪلايو - شام زوپ
جڏ سکين گوبين کان ڪنهيو وڃايو - اڄ بہ جيڪو
سنگ رکندو تنهن سان ٿيندو ساٿي - بدڙ شرط من
نرمل ٿئي تو جئن گنگا جو پاڻي - باباجن سنسار ساگر
جو سفر ائين پورو ڪري ويا جئن ڪمل جو گل
پاڻيءَ ۾ رهندو آهي - سنسار ۾ رهي بہ ان کان نيارا
رهيا - سنڌ ن ڪرياڪرم ڀائي ماڌو داس کان ڪرايو
ويو جنهن کي وڇڙ وقت ڪنجون ڏئي ويا هرا -

## باب ٢- بابو ماڌوداس جو گديءَ تي وهڻ -

اهو دربار صاحب ۾ دستور هوندو هو ته ڪا به
گدي خالي ٿئي ته ٻارهين جي ڪريا ڪرم کان پوءِ
ڀري وڃي- ان ڪري بابا سروپداس صاحب جي
گدي پڻ 5 آگسٽ 1940 تي ڀري ويئي- ڀائي
ماڌوداس صاحب کي گديءَ تي براجمان ڪيو ويو-
دستور موجب نالي ڦيرائڻ لاءِ گرو گرنٿ صاحب
مان وچن ورتو ويو- جو 'م' اکر جو نڪتو- ان
ڪري سندن نالو ساڳيو ئي رکيو ويو- ڀائي ماڌوداس
مان ڦري بابا ماڌوداس صاحب بڻيا- دربار صاحب
جي چٽ ڀيرڻ ڪانپوءِ به بابا ماڌوداس صاحب جي
دل تي اها خوشي ڪانه ٿي جيڪا ٿيڻ گهربي هئي-
دربار صاحب ۾ 9 ننڍيون 18 سڌيون به موجود
هيون پر ته به دل ۾ اها خوشي ڪونه هئي- وقت
پنهنجي تيز رفتار سان گذري ويو- ٻه سال گديءَ
تي مس ويٺا ته ڪانگريس سنه 1942 ۾ نعراءَ پاس
ڪيو- انگريزن کي "هندستان ڇوڙو" اهو نعرو
هئي هندستان ڇڏي وڃڻ لاءِ مجبور ڪيو- انهيءَ
جو اثر منهنجي دل تي پڻ ٿيو- مون پنهنجي نوڪريءَ
جي استيفعا ڏيئي ڇڏي- هيڊ ڪلارڪ کان وٺي
آفيسرن تائين مون تي پيار هو- اوچتو منهنجي
استيفعا جي درخواست ڏسي هيڊ ڪلارڪ ۽ آفيس

سڀ پنهنجا نت ٻنهي مون کي گهرائي ڏاڍو سمجهايو ۽
سبب پڇيو - اينئرو ته ڇپائون جي مالي سبب ڪري
مجبوريءَ ڪان ئي اهڙو قدم ڪنيو اٿئي ته اسين
توکي هر طرح مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيون - پر ڪين
صاف جواب ڏنو ته مون خانگي سببن ڪري هي
قدم ڪنيو آهي - جڏهن ته اها منهنجي پرائيويٽ ڳالهه
آهي انڪري ڪنهن جو به ان ۾ دخل ڏيڻ پسند ڪونه
ڪندس - نيٺ لاچار ٿي ٻنهي درخواست مٿي صاحب
ڏانهن موڪلي - ان وچ ۾ منهنجي وڏيءَ ڀيڻ کي خبر
پئي - اها يڪدم دربار صاحب هالاڻي وئي - بابا
ماڌوداس صاحب سان سموري ڳالهه ڪيائين - ان
وقت منهنجو آفيسر مسٽر اميرچند سوڍي هو -
جيڪو ٺيٺ پنجابي هو پر مون تي ڏاڍو پيار هوس -
صاحب منهنجي درخواست پڙهي عجب کاڌو - مون
تي رازهڻ سبب ڪاغذ ڏسي پاسيرا ڪري رکيائين -
اوچتو بابا ماڌوداس صاحب جو خط اچي مليو باباجن
هيٺيون احوال لکيو هو -

”اسان ٻڌو آهي ته اوهان پنهنجي نوڪريءَ جي
استعفا ڏني آهي - ڪم سنو نه ڪيو اٿو اوهانجو
ڀلو ان نوڪريءَ ۾ ئي آهي -“ اهڙو حڪم نامو پڙهي
چشمن تي رکيم - من ۾ مونجهارو پيدا ٿيو - اهڙي
ڪا وات ملڻ ته درخواست عزت سان واپس وٺان

۽ ٽانگ به مري پر لت به نه ڇڏي - گهڻي سوچ ويچار بعد باباجن کي جواب لکيم - هيٺيون جواب الله واري لکايو اهو لکي روانو ڪيم -

"حڪم نامو اوهان صاحبن جو پهتو - اوهان جو حڪم چشمن تي آهي پر جنهن ڏڏو ڪير واپس اٿڻ نه ويندو آهي ۽ ڇٽل تير به وري ڪمان ۾ نه موٽندو آهي، اهڙيءَ حد تي منهنجا ڪاغذ پهچي چڪا آهن پر ڪو به فيصلو ڪو نه ٿيو آهي - صرف اوهان جهڙن مها پرشن جي شڪتي ڪم ڪري سگهندي - منهنجي وس کان ڳالهه ٻاهر آهي -

هيٺيون جواب باباجن کي پهتو مگر ان جو جواب وري ڪو نه آيو - اندران ئي اندران مها پرشن جي شڪتيءَ پنهنجو ڪم پاڻ ڪيو - هفتو گذريو ته اوچتو صاحب مونکي گهرايو - مونکي ڪاغذ ڏيکاري يڪدم چيائين ته پاگل هو گيا هئم - ايسي وقت خراب چل رهيا هئم - ائسا قدم نهي اُٺانا چاهيئي وغيره وغيره - مون به ڪيس رباب رکي چيو ته سڀ سوچ ويچار ڪري پوءِ ڪم ڪيو اٿم - اوهان ڪرپا ڪري منظوري ڏيو - اڃا اها ڳالهه ٻولهه پئي هلي ته منهنجو وڏو آفيسر شري مشران صاحب امير چند صاحب جي ڪمري ۾ ڪنهن ڪم سانگي آيو - اسان کي سوال جواب ڪندو ڏسي امير چند کان پڇيائين ته ڇا معامله



*Mahant of Darbar Sahib Halani*

**108 Puj Baba Madhavdas Sahib**

آهي - اميرچند مهنجي استيفا جي سموري ڳالهه
ڪري ٻڌايس - مشران صاحب ٻـــ ٻڌي عجب ڪائڻ
لڳو ڇو تہ مان سندس پرسنل ڪلارڪ هوس - مون
کان ڏاڍي پرڀر سان سڀ پڇيائين - مون ڪمس
صحت جو بهانو ٻڌايو - اندر ۾ خوش تہ بابا جن جي
شڪتي ڪم پئي ڪري ۽ هٺي هنڌ ڪيو اٿس - مون
وڌيڪ چيو تہ ڪراچيءَ جي آب هوا مونکي نٿي
پاڻ پوي - مهنجي تندرستي اگهڙي ٿي ان ڪري
ڪراچي ڇڏي وڃندس - اهو ٻڌي مشران صاحب
چيو تہ ان جو رستو سولو آهي نوڪري ڇڏڻ ڪانسواءِ
بہ ٿي سگهي ٿو توکي اسين هر قسم جي سهوليت
ڏينداسين - تون موڪل وٺي ڪراچيءَ کان ٻاهر هوا
بدلائڻ لاءِ وڃ - جڏهن پاڻ کي ٺيڪ سمجهين تہ اچي
نوڪري ڪر - پر جي اها بہ تندرستي بگڙيل رهي
تہ توکي ڪنهن خشڪ هوا واري هنڌ بدلي
ڪنداسين - تنهنجا نوڪريءَ جا حق جئن هاڻ
آهن سي سڀ قائم رکيا - جئن ڪو بہ ان ڪري
نقصان نہ پوني - مونکي تہ ڪپندو ٿي اهڙو وجهه هو -
مون چيو تہ مان اوهان جي نيڪ صلاح مڃڻ لاءِ تيار
آهيان پر هي درخواست فائيل ۾ هجي - مـــان حال
موڪل ٿي وٺندس پوءِ وڌيڪ جئن حالتون ٿيون
انهن موجب ڪنداسين - مشران صاحب يڪدم اميرچند

کي ڇيو ته هن کي جهڪا موڪل گهر جي سا ڏيڍ ورس
جي وڌيڪ گهرج هجيس ته اها به منظور ڪجو ته
هو بدلائي صحت سڌاري اچي نوڪريءَ تي چڙهي-
اهو سڀ بابا ماڌوداس صاحب جي شڪتيءَ ڪم
ڪيو جنهن جو پورو آزمودو مون کي مليو- ته ته
هڪ رواجي ڪلارڪ، ان لاءِ ايتري رڙهه پڙهه
ڇو ٿئي- يڪدم استعفا منظور ڪري ڇڏين ها ته
به ڪري سگهن ها پر اها سنتن جي غيبي شڪتي
ڪيئن ظاهر ٿئي- مون به مهينا موڪل گهري. وڌيڪ
جي گهرج تي لـــ پوءِ لکندس- منهنجي فائيل
تي پوءِ اميرچند صاحب هيٺان آرڊر پاس ڪيا-
ان ۾ لکيائين ته مون مشران صاحب سان صلاح ڪئي
آهي- ان راءِ تي آيا آهيون ته روپچند جي 2 مهينا
موڪل منظور ٿي ڪجي ته پاڻ هوا بدلائي اچي-
ڇڏهن پاڻ کي 16 آنا ٺيڪ سمجهي ته پوءِ پاڻ اچي
نوڪريءَ تي چڙهي- ان بعد منهنجو وشواس دربار
صاحب ۽ سنتن جي شڪتي ۾ وڌيڪ پختو ٿيو-
مان 2 مهينا موڪل ڪاٽي وري اچي نوڪريءَ تي
چڙهيس- هن ڳالهه کي 5 سال ٿي ويا- سنه 1947
۾ 15 آگسٽ تي ملڪ آزاد ٿيو- ملڪ جا به ٽڪر
ڪيا ويا- هندستان ۽ پاڪستان- آدم جي الله پلاڻ
شروع ٿي- هندو سڀ هندستان ۾ ۽ مسلمان گهڻا

پاڪستان ۾ لڏي آيا - باباڄن به اچي اجمير وسايو-
دل ۾ اها خوشي ڪانه هئن- اباڻو آسڻ ڇڏڻ ڪري
دل کي ڏاڍي چوٽ لڳي- ڏاڍو مايوس رهندا هوا
۽ دل جي به تڪليف ٿي پين- مان به ٻارن سميت
ڊسمبر 1947 ۾ ڪراچيءَ مان لڏي اچي بمبئي
پهتس- اتي موکي ريلوي ڪاته ۾ نوڪري ملي-
رهڻ لاءِ ماٽونگا بي بي ۽ سي. آءِ ريلوي ۾ ڪوارٽر
به مليو جتي جولاءِ 1948 کان اچي رهيس-

# بابا ماڌوداس بمبئي ۾

اسان کي اريلري ڪوارٽر ۾ ويهي سال مس ٿيو
هو- سنه 1949 ۾ بابا ماڌوداس صاحب جي صحت
اوچتو خراب ٿي- ڪين ڇاتيءَ ۾ ڏاڍي پاسي کاٻي
ڪلن سڄيءَ ٻانهن ۾ سخت سور پيو- اجمير ۾ ڊاڪٽرن
جي صلاح ڏني ته بمبئيءَ ۾ تپاس ڪرائجي- انڪري
ڊاڪٽر چيتن ۽ ديوان هرداسمل ڪرناڻيءَ بمبئيءَ ۾
بندوبست ڪري باباڄن کي بمبئي وٺي اچڻ جو
فيصلو ڪيو- منهنجيءَ ڀيڻ هريءَ ماءُ کي به شيوا
لاءِ وٺي اچڻ جو ارادو ڪري مون کي خط لکيائون
ته اسان کي ڊاڪٽرن صلاح ڏني آهي ته پنهنجي تپاس
ڪرائڻ لاءِ بمبئي اچون- اسان گجرات ميل ۾ اچي

رهيا آهيون - اسان سان گڏ اوهان جي ڀيڻ هريءَ
ٻاءِ به اچي ٿي - اوهين دادر اسٽيشن تي اچي کڻن
وٺي ويندا - اهو خط گهر آيل هو - مان آفيس مان
موٽيس ته ٻارن سيني خوشيءَ مان ٻڌايو ته باباجن ۽
امي ٻمبئي ٿا اچن - مون خط پڙهيو - دل ۾ خوشي
ٿي پر ڏک به ٿيو - خوشي ان ڪري جو باباجن جو
درشن ٿيندو ۽ ڏک ان ڳالهه جو ٿيو ته باباجن ٻئي
هنڌ وڃي رهڻ جو اشارو لکيو هو - منهنجي ته ڏاڍي
سچي ڀاونا اها هئي ته باباجن اسان وٽ اچي رهن -
شايد مون کي غريب ڄاڻي ٻئي هنڌ رهڻ جو ارادو
ڪيو اٿن جو سندن خدمت خاطر شيوا نه ڪري سگهندس
خبر ڀاونا ڀاونا ٿي رهي - جنهن ڏينهن لاءِ اچڻ
جو لکيو هوائون ان ڏينهن صبوح جو مان ۽ چار ڄڻا
ٻيا باباجن جي آجيان لاءِ وياسين - گاڏي پوري
وقت تي آئي - اسان کي باباجن واري گاڏي ڳولهڻ
۾ ڪا به دقت ڪونه ٿي - مون گاڏي ۾ چڙهي
بابا صاحب جي چرنن ۾ سيس جهڪائي آسيس
ورتي - مون کي يڪدم ڪلي چپاڙن ته هيءَ (منهنجي
ڀيڻ ڏانهن اشارو ڪري) منهنجي اڌڙي وٺي وڃ -
اهو ٻڌي سيني ڪلهو - مون کي به اندر واري چوايو
ته چيندا قبلا اوهان صاحب ڪونه ٿا هلو ڇا؟ پاڻ
فرمايائون ته اسان جو بندوبست ته ديوان ڪيو آهي

۽ آئي ٿي رهندا سين - اسان پنهنجن چئن پوءِ گڏجي
وڃي ڪري عرض ڪيو ته غريبن وار اسان وٽ
هلي رهو - اسان به اوهان جا ٿي يار آهيون - شيوا
جو موقعو ڪرپا ڪري اسان کي به ڏيو - پر باباجن
چيو ته دربان سڀ بندوبست اڳواٽ ڪري ڇڏيو
آهي ان ڪري الي ٿي آسڻ ڪندا سين - مونکي به
مت اچي وئي - يڪدم عرض ڪيم ته دين دیال
پهلا آگيا ڏيو ته اسين به اوهان سان گڏ هلون - اوهان
صاحب جو آسڻ ڏسي اچون ته اچڻ وڃڻ ۾ سهوليت
ٿئي - اها ڳالهه کين وڻي - آگيا ڏنائون ته ڀلي هلو -
گاڏي چڙهي اسان سڀ باباجن سان گڏ بمبئي سينٽرل
تي اچي پهتاسين - اسٽور جي اهڙي مايا جو دربان
جو ڪو به ماڻهو ڪونه آيو - دربان به ڏاڍو حيران ۽
پريشان ٿيو ۽ سندس منهن جو پنو ڏسي لهي ويو -
هون وڏي وڃي دربان کان ان ماڻهون جو نالو وغيره
پڇيو - ان وچ اسان بندوبست ڪري باباجن جي
وهڻ لاءِ آرام ڪرسي گهرائي کين وهاريو - دربان کي
باباجن دلداري ڏيندي چيو ڪو به فڪر ڪونهي -
هي پنج ڇهه وڃارا اسان کي ڪيترو نه پيار وچان
پيا ٿا چون - هاڻي هلو سڌو ورو وٺي وڃو - الي ٿا
هلي آسڻ ڪريون - انڊ و گهڙي الاهه کان هڪ اڪ
مونکي پئي ملون - اهو اٿين منهنجي دل جي سچي

پاونا پوري ڪيائون - اسان يڪدم ٽڪسي ڪري
باباجن کي وٺي اچي ڪراڙن ۾ پهتاسين - هڪ ڏوڙ
ڪري سندن رهڻ لاءِ بندوبست ڪري ورتوسين -
منهنجا پير نه خوشيءَ ۾ ٿي نه ماپن - ڏاڍو گد گد
ٿيا - باباجن جي شيوا ڪرڻ جو موقعو ملي ويو -
باباجن ٻه هفتا رهي ڊاڪٽرن کان تپاس ڪرائي -
پر آرام گهٽ هوندو هو - گاڏيون پيون هر پنجين
منٽ لنگهن - انهن جي ڪري پورو آرام نه
ڪري سگهيا - آخر ڊاڪٽرن جي صلاح موجب
ديولالي هوا بدلائڻ لاءِ هليا ويا - اتي ديوان
چوئٿرام شوقترامانيءَ سندن رهڻ جو سٺو بندوبست
ڪيو - ڪجهه عرصو اتي آرام ڪري اجمير ڏانهن
روانا ٿي ويا - سنه 1950 جي آڪٽوبر مهيني ۾
مونکي اوچتو اچي پنهنجي ٽنگن ۾ سور پيو - ڇيلهه
جي ترڪان وٺي پيرن تائين سخت سور کن رڳن جو
سور هو - مهينو کن علاج ڪيم پر ڪو به فائدو نه
ٿيو - آخر موڪل وٺي دهليءَ آيس - ننڍيءَ ڀيڻ
وٽ اچي رهيس - هفتو کن علاج ڪيم - فائدو اصل
ڪو نه ٿيو - تڏهن به ان سال دهليءَ ۾ سخت هئي -
هڪ رات اوچتو اندر واري ڇپو لڳو وڃي سنڌن جي
شرط وٽ نه ڇوٽڪارو ٿئي - مان صبوح جو اٿڻ سان
ٿي پيڻ کي ڇڏي اجمير جي ٽڪيٽ گهرائي - گهڻو ٿي

مونکي سمجهايو ويو- پر مان اڏول رهيس ۽ سور
سان ئي اجمير هلي آيس- وڏيءَ ڀيڻ جي اندريس
مون وٽ هئي- اُن وٽ اچي رهيس- منهنجي ڀيڻ
روز صبوح جو باباجن لاءِ نڪري تاهي نيرن ڪٽي
ويندي هئي- پنڌ پري هو ۽ بس ۾ ويندي هئي-
مونکي به دربار صاحب جي خبر هئي پر مان پنڌ
ويندو هوس- سور ڪري وات ۾ ساهيون پئي
اچي باباجن جي چرڻن ۾ ڪريس- باباجن مونکي
ڏسي ڏاڍي خيال ۾ پئجي ويا- عجب پيا کائين ته
ايڏو پنڌ ڪيئن ڪري سگهيو آهيان- اهڙيءَ طرح
چار پنج ڏينهن گذري ويا- هڪ ڏينهن باباجن
فرمايو ته ايتري سور سان ايڏو پنڌ ڪري روز ڇو تا
اچو- ته ٻي ڏينهن رکي ڪري ڇو نه تا اچو- مون
عرض ڪيو ته دين دئال گهر ۾ جيترو وقت رهان
ٿو ته من جي ورتي وڃي ٿي سور ۾ ٿوي- هٿ
اچڻ سان ورتي سور مان نڪري دربار صاحب ۾ ٿي
ڦري وڃي- جنهن ڪري سور جو ڏکُ ئي ڪونه ٿو
ٿئي- حاظ جيئن اوهان صاحب حڪم ڪندا ته ان
موجب ڪندس- باباجن يڪدم فرمايو ته جي ائين
آهي ته اسين ڪيئن اوهان کي روڪيون ۽ سور
جي پيڙا سهايون! ائين ڏهه ڏينهن گذري ويا-

# لکڻ جي ڪرامت

وري باباڻ ساڳي ڳالهه دهرائي - هن وقت
ائين فرمايائون ته ڇهون جي روز تائين اچو ته هي اسان
جو لکڻ اتري ان سان ايندا ته سور گهٽ پوندو -
مان به ست وڃڻ ڇئي اکڻ وتي ان سان روز اچڻ
لڳس - ٽي چار ڏينهن ائين اچڻ سان مون برابر
محسوس ڪيو ته سور گهٽ پئي لڳو - به هفتا اکڻ
تي آيس - سور ۾ 8 آنه فرحت تي ويئي - مونکي
پوءِ سنتن جي لکڻ جي ڪرامت سمجهه ۾ آئي -
سنتن سڏ وڃڻ ڪيڻ جي بدران لکڻ جو بهانو
بنايو - اُن ۾ پنهنجي شڪتي ڦوڪيائون - مهني اندر
سور 12 آنه گهٽجي ويو - آهستي آهستي پوءِ صفا
لهي ويو - مونکي سيدي اهر دپ ڏنو هو ته اهو
سور ماٺهوءَ کي لنگڙو ڪري ڇڏيندو آهي - اهو
سڀ سنتن جي شرڻ ۾ پوڻ جو ڦل مليم - لکڻ جي
ڪرامت اهڙي تي جو وري 34 سال گذريا آهن ته
سور جو نالو نشان به ڪونه رهيو آهي - سنت ته
سدائين ديالو آهن پر ڪير سندن شرڻ ۾ پئي ته ڏسي
شرڻ ۾ تمي ته اچبو ته ڪرپا ڪيئن ڪندا - مان سنتن
جي ڪرپا سان صحت حاصل ڪري جنوري 1951
۾ اچي بمبئيءَ نوڪريءَ تي چڙهيس .

# سنڌن جو وري بمبئي پڌارڻ

اڃان چار پنج مهينا مس گذريا ته سنڌن جو وري
احوال آيو تہ بمبئي ۾ علاج ڪرائڻ لاءِ اچون ٿا۔
ورليءَ ۾ ديوان مانسنگهه چوهڙمل ٻالچنداڻيءَ وٽ
رهندا۔ مان سنڌن جي درشن لاءِ دادر پهتس۔
منهنجي پيءُ به سنڌن سان گڏ شيوا لاءِ آئي۔ ديوان
مانسنگهه جي گهر جي ائڊريس ؟ پورو ڏس پتو
پڇي پنهنجيءَ پيءُ کان وٺي پنهنجي گهر آيس۔
منهنجي پيءُ روز بس ۾ وڃي صبوح جو سنڌن وٽ
شيوا لاءِ حاضر ٿيندي هئي۔ مان آفيس مان سڌو
ويندو هوس۔ سنت روز پرڀاس صاحب جو پاٺ
ڪري رسوئي کائيندا هوا۔ اسان کي به پوءِ پرساد
ڏيندا هوا۔ اسين سنڌن کان موڪلائي رات جو اچي
گهر رهندا هواسين۔ اهو روزانو نيم ٿي ويو جيسين
تائين سنت ورليءَ ۾ رهيل هوا۔

## ڏياري بمبئيءَ ۾

وقت پنهنجيءَ تيز رفتار سان گذرندو ويو۔
ڏياري به اچي ويجهي پهتي۔ سنڌن ڏياري هميشه
دربار صاحب هالاڻيءَ ۾ ڪئي۔ ڪٿي ٻـ سنت
ويندا هوا ته ڏياريءَ کان اڳ دربار صاحب ۾ موٽي

اپندا هوا - هيءَ سال ني اهڙو اچي بڻيو جو صحت
نيڪ نہ هئڻ ڪري ڏاڍي بمبئي ۾ گرمي پئي -
سنڌ جي تندرستي گهڻو بهتر ٿيندي ويئي -
دوا درمل سان گڏ سمنڊ جي هوا بہ گهڻو فائدو ڪيئن -
بابا جن کي هاڻ ڊاڪٽرن جي بہ موڪل ملي تہ ڀلي
باهر هوا کائڻ ۽ گهمڻ لاءِ نڪرن - ان ڪري اسان
سڀئي سکن ۽ شيوڪن کي بہ گهڻي خوشي ٿي -
بابا جن کي سڀئي عرض ڪرڻ لڳا تہ ڏيالو اسان وٽ
رسوئي هلي ڪريو يعني اسان جي گهر اچي چرڻ
گهمايو - مهنجي بہ دل ۾ اها چاهنا جاڳي تہ ڏياريءَ
ڏينهن اسان وٽ اچي چرن گهمائي وڃن - مون
پنهنجيءَ پيڻ سان صلاح ڪئي - ان چيو تہ ڏياريءَ
ڏينهن سنت آسڻ ڪوڙ ڇڏ يندا آهن جو سپ سک
شيوڪ ڪين واڌايون ڏيڻ ايندا آهن - منايون ڪٽي
اچي ڏيندا اٿن - مون اهڙي بڌي ڪٽي مانت ڪئي -
دل جي ڀاونا دل ۾ ئي رهي - ديوان مانسنگهہ کي
اڳيئي اهو خيال دل ۾ آيو تہ چنبہ ڏينهن بابا جن
جي تندرستي تيڻ جي خوشيءَ ۾ ڪيرتن ڪرائجي -
اهڙو بندوبست ڪري ڇڏيو هوائين - بابا جن کي
ڏياريءَ ڏيکارڻ لاءِ دوستن سان بہ مورتن جو
بندوبست بہ ڪيو هوائين - مان دستور موجب
بابا جن وٽ شام جو ويٺس - جتي پرساد ونڊي

موڪلائي هلڻ لڳس ته بابا جن سڏ ڪيو- پاڻ
فرمايائون ته پاڻي روپيا اسان ڇٽن ڪرڻ جهڙا ٿيا
آهيون ته سڀ سک شيون اسان کي وزائي ويا
آهن ته اسان وٽ چرن گهمايو- رسوئي ڪاڄ وغيره
وغيره- تون ته اسان کي صلاح ٿي ڪرين ته ڪريون!
مون سندن کي هٿ جوڙي نمرتا ڀاو سان چيو ته
ديال اوهان صاحبن ته هن داس کي وچن ڏنو
چڏيو آهي ته اسان جو گهر اوهان جو پنهنجو گهر
آهي- پوءِ اوهان ته اسان جا خود مالڪ آهيو-
پنهنجو گهر اٿو ته جڏهن به اوهان صاحبن جي داس
تي ڪرپا ٿئي ته اچي چرن گهمائي گهر پوتر ڪري
ويندا- باباجن اهو ٻڌي مشڪيا- وري فرمايائون
ته اسان چنڊ تي اوهان وٽ ايندا سين- اجان ڏهاڙي
۽ چنڊ ۾ ڪجهه ڏينهن پيا هوا- اسين ٻئي ڀاءُ ڀيڻ
خوش ٿي موڪلائي گهر آياسين- ٻئي ڏينهن جڏهن
موڪلائي هلڻ تي هراسين ته پيهاري فرمايائون ته
پاڻي روپيا اسان ته چنڊ ڏينهن اوهان وٽ اچڻ جو
پڪو خيال ڪيو هو- اوهان کي به ڪالهه چيوسين-
رات جو ماسنگ آيو- ان سان به ڳالهه ڪئي سون-
ان چيو ته چنڊ ڏينهن ته پاڻ ڪيرتن ڪرائي گهر
۾- ان ڪان اڳي اسان کي امڪي جي ڏاري ٻــ
ڏيڪار ڻيندو- تنهن ڪري اسان جو اوهان وٽ چنڊ

ڏينهن اچڻ ڪونه ٿي سگهندو. پلا وري ڪنهن ٻي
وقت ايندا سين - مون کي ڏک نه ٿيو پر لماٽائي ۽ وچان
هٿ جوڙي چيم نه اوهان ڌڻي مالڪ آهيو - اسان
کي نه اهائي خوشي آهي نه اوهان جي صحت سڌري
آهي جنهن ڪري اچڻ وڃڻ ڇهڙا ٿيا آهيو - پهرين
اوهان جي صحت - اچڻ وڃڻ نه پيو پوء ٿيندو - اهڙي
طرح پيا ٻه ٽي چار ڏينهن گذريا - ڏهاري کان هڪ
ڏينهن اڳ مان باباجن وٽ آيس - شام جو هميشه
جيان اسان باباجن کان پرساد وٺي موڪلايو - ٿورو
هليس نه باباجن سڏ ڪيو - فرمايائون نه پائي روپا
اسان ڪو خيال ڪيو آهي نه سياڻي تو وٽ اچون
ديوان مانسنگهه اسان کي ڏياري ڏيکارڻ لاء وٺي
هلندو - شام جو مونکي ڏياري ڏسڻ نڪرنداسين -
جڏهن نه اسان نڪرون ٻه ٽا نه اسان تو وٽان ٿيندا
پوء گهر موٽنداسين - مون چيو سائين ست وڃن -
جيئن اوهان صاحبن جي مرضي - اڌ و گهڙي الهه
کان هڪ اڳ - مون کي ٻئي ملي ويون - اڇهو ائين
منهنجي دل جي ديپل پاونا پوري ڪيائون - جاڻي
جاڻڻ هار ۽ ڪرامت وارا سنت هوا - مون ۽ منهنجي
پٽڻ پوء هٿ ٻڌي نمرتا پورڪ وينتي ڪئي ته
آگيا ڏيو نه سياڻي اسين ٻئي اوهان وٽ نه اچون -
باباجن يڪدم فرمايو نه ها بابلا - اسين ايندا سين نه

پوءِ گوهان وري چو اڇوٽ پلي نه ايندا - اٿين پڪ
پڪائي ڪري خوش ٿي اسين بئي گهر آياسين -
پار به بندي ڏاڍ و خوش ٿيا ته بابا جن سڀاڻي اچي
ڏياري اسان وٽ ملهائيندا - شام جو 7 بجا وقت
مقرر ڪيو هوائون - بئي ڏينهن اسين سڀ بابا جن
جي پڌارڻ لاءِ تياري ڪرڻ ۾ لڳي وياسين - برابر
پوري 7 بجه شام جو بابا جن ڪوائرن ۾ اچي پهتا -
سڀني جو آدر ستڪار ڪيو ويو - ڪوائرن جا سڀ
ماڻهو پار ٻچا زالون مڙد سڀ سڀني جو درشن ڪري
خوش ٿيا جو اهڙي مها پورش ڏهاڙي درويشن جو
درشن ڪيائون - سڀني سان ڏهه پندرهن سنمنگي
به هوا - ڪوائرن ۾ رونق لڳي وئي - باباجن سڀني
کي پرساد ڏنو - مون مٺائيءَ ۽ آتشبازيءَ جو
بندوبست ڪيو هو - اڳيئي گهرائي رکي هئم -
ڏياريءَ جي شب موقعي لي اهي بئي ضروري
آهن - بابا جن منهنجن ٻارن سان آتشبازي ٻاري
ڏاڍو خوش پئي ٿيا - ٻار ته ٻوڏ ۾ اچي ويا - پوءِ
بابا جن لڪشمي پوڄن به ڪيو - اسانکي به ڪرايوٽ
ڪهڙو نه سڀاڳو ڏينهن اسان لاءِ هو! سنت ڏياري
ڏينهن ڪيڏانهن ڪرڻ ويندا آهن - واهه! واهه!
ڌن ڀاڳ اسانجا ٿيا - اهو پهريون مثال ٿيو آهي دربار
صاحب جي اندر - سنتن اسان کي موڪلائڻ وقت

چيو ته اوهان جو صدق ۽ پريم اسان کي هت ڇڪي
آيو- وڃڻ لي دل ئي نه ٿي ٿئي- ديوان جي گهر
۾ سنگت ويٺي هوندي- سڀ آسري ۾ هوندا ته
درشن ڪري وڃون- پوءِ سڀني کي آشيرواد ڏيئي
بابا جن موڪلائي ورليءَ ويا- اسان کي بنان خرچ
ڪرائڻ جي نهال ڪيائون- ان ڪانپوءِ مون ڏٺو ته
منهنجو هٿ ڪڏهن ٻه نه منجهيو ۽ سڀ ڪارج راس
ٿيندا ويا- لڪشمي جڻ پنهنجان ٿي ڦري- نه ته مون
کي 6 نياڻيون هيون- پٽڙا ٻه ٻه هوا- منهنجن سڀني
مٿن مائٽن کي اهو فڪر هوندو هو ته ويچارو ڪيئن
ڪندو- ڪڏهن ڇهن نياڻين جا ڪارج ڪندو- پر
ٻنهي مهاپرشن سائين سروپداس صاحب ۽ بابا ماڌوداس
صاحبن جي اهڙي ڪرپا ٿي جو سڀ ڪم راس ٿي
ويا ۽ ڪابه پئسي وغيره جي تنگي نه ٿي- بابا جن
پوءِ ڪجهه وقت ورليءَ مان اُلهاس نگر ويا- نمبر
3 ۾ ديوان لوڪچند وٽ رهي پوءِ سک سان اجمير
روانا ٿي ويا-

## ٻمبئيءَ ۾ ٽيون ڀيرو اچڻ ۽ جوتي جوت سمائڻ

وقت گذرندي ديرم ئي ڪونه ٿي لڳي- سال
ڪن گذري ويو- مون کي سنتن جي ڪرپا سان
جولاءِ سنه 1952 ۾ ڊبل پرموشن مليو- ڪنڊلا ڊيپا

ريلوي لائين جو ڪم زور شور سان چالو هو- اتي
اڪائونٽنٽن جي گهرج ٿي- جنهڪي بہ ڪلارڪ ان
وقت نندي وامتحان Appendix II جو پاس ڪيل هوا
تنهڪي چونڊ لاء گهرايو ويو- مان بہ انهن ۾ هوس-
اُميد گهٽ هئي ڇو تہ مان ئي هڪڙو هوس جو سينئي
ڪالهہ هيٺئين گريڊ ۾ هوس- ٻيا سڀيئي سڀ هيڊ
هوا تہ ڪي گريڊ I ۾ ڪم ڪندا هوا- چونڊ لاء
ڪاميٽي مقرر ڪيل هئي- 3 آفيسر ڪاميٽيءَ تي
هوا- مون کان تہ ٿورا آفيسرن سوال پڇيا- مون
پنهنجي پڙهيءَ آهر جواب ڏنا- منهنجي عجب جي
حد ئي نہ رهي جو مان ان چونڊ ۾ ڪامياب ٿيس-
مون عهدو قبول ڪيو پر ڪن شرطن تي- منهنجا
سڀ شرط بہ قبول ڪيا ويا- مان پوءِ ڊيسا هليو
ويس- اُتي اڪائونٽنٽ جو عهدو وڃي سنڀاليم-
منهنجو انجنير هو شري ساتي صاحب ۽ اسسٽنٽ انجنير
هو شري ڊيسيدا صاحب- ٻئي منهنجي ڪم ۾ سياو
ڪري خوش ۽ راضي هوا- ڪجهہ مهينا گذريا تہ
اسان جي آفيس گانڌي ڌام ۾ ڪوليائون- اسين سڀ
اُتي هليا وياسين- سنہ 1953 چالو ٿي ويو هو-
وري بابا صاحبن جي صحت بگڙي وئي- بمبئي
علاج ڪرائڻ لاء هليا ويا- اُتي سيان سنڌي ڪالوني
۾ وڃي رهيا- ٻاءِ سندر داس مورجاڻي اُتي رهندو

هو ان وقت اچي رهيا- جنوري 1953 جو مهينو هو-
ڀاءُ ٿارومل ڪارڙا به آئي رهندو هو دڪان به آئي
هوس- بابا جن جو عزيز به هو- بابا جن تنهن کي
گهرائي چيو ته ڪا جاءِ هن سنڌي ڪالونيءَ ۾ ملي
ته اسانکي وٺي ڏيو- ڀاءُ ٿارومل جي ڪوشش سان
هڪ جاءِ نمبر 2 بلاڪ نمبر 7/A ۾ ملي وئي- اها
خريد ڪيائون- پوءِ بابا جن اچي پنهنجيءَ جاءِ ۾
رهيا- سندن صحت ۾ ٽڪڙو ڦيرو آيو- تڪليف
اڀري وڌي وين جو آڪسيجن تي پئي هليا- مون
کي پڻ اهڙو احوال ٻارن وٽان آيو- مان يڪدم
موڪل وٺي اچي بمبئي پهتس- اندر ۾ اهو پڪو
ارادو ڪيو هوم ته بابا جن کي روبرو عرض ڪري
پنهنجي حڪيم جي دوا ڪرائڻ لاءِ مڃائيندس-
منهنجي ڀيڻ اڳي سندن شيوا ۾ سيان رهيل هئي-
ڀائي ديا سنگهه (هن وقت بابا گوبند داس صاحب)
کي به اجمير مان تار ڏيئي گهرائي ورتائون- بمبئي
پهچڻ شرط مان بابا جن جي درشن ڪرڻ لاءِ سيان
آيس- بابا جن جي اهڙي گنڀير حالت ڏسي مون
ڏاڍو عجب کاڌو ۽ دل ۾ ڏڪڙو اچي ويو- مون
کين هٿ جوڙي نمرتا سان عرض ڪيو ۽ چرنن ۾
سيس نوائي چيو تہ دين دیال موکي هڪ دفعو
موقعو ملي ته مان پنهنجي حڪيم کي آزمايان- حڪيم

صاحب اوهان جي صحت ڏسي تپاس ڪري پنهنجو
راءِ ڏيندو ته سندس دوا ڪرڻ سان فائدو ٿيندو يا نه.
بابا جن منهنجي وينتي قبول ڪئي- مان يڪدم حڪيم
وٽ ڪار ۾ ويس- حڪيم کي مون سندس ڳالهه ياد
ڏياري ته اوهان هام هڻي چيو هو ته جيڪو مرض
لاعلاج هجي ۽ ڊاڪٽر نه ڇٽائي سگهن اهو به اوهين
ڇٽائي سگهندا- هاڻي منهنجا سنگرو اهڙيءَ حالت
۾ اچي ٿيا آهن- اوهان ڪرپا ڪري روبرو هلي
حالت ڏسو- تپاس ڪري انهن جو علاج ڪريو ۽ همٿ
جس کٽو- منهنجو حڪيم پرسومل سان گهرو رستو
هو- هو يڪدم مون سان سيان سنڌي ڪالونيءَ ۾ آيو.
ياباجن جي نار ڏسي ۽ سموري حقيقت بيماريءَ بابت
ٻڌي- حڪيم چيو ته هو علاج ڪندو ايشور جي ديا
سان دوا مان فائدو ٿيندو ۽ دک دور ٿي ويندو-
مونکي هڪ ٻوٽي هٿ لاءِ کپندي جي اها ملي وئي
ته پوءِ سڀاڻي شام جو ايندس- ٻئي ڏينهن شام جو
هو پاڻهي آيو اچي ٻڌايائين ته گهربل ٻوٽي ڏٺي اٿم-
هريءَ پنهنجي پٽ کي سڀاڻي صبوح جو سوير
موڪليو ته اها پٽي اچون- مون هريءَ کي صبوح جو
سوير موڪليو- ٻئي گڏجي اها ٻوٽي پٽڻ ويا-
جيٽري گهربل هئي اوترو اندازً پٽي کڻي آيا- ان
مان دوا ٺاهي حڪيم ان ڏينهن شام جو ٽي شيشو

ڪڍي آيو- ڊاڪٽر چيٽن به ان وقت حاضر هو- ان
تي دوا ڏيڻ جو ڪم رکيائين- سڀ ڪجهه کيس
سمجهائي ويو- بابا جن پٺي ڏينهن صبوح جو دوا
چالو ڪئي- حڪيم جو چوڻ هو ته بابا جن کي اشنان
فقط سمنڊ جي پاڻيءَ سان ڪرڻو آهي- سمنڊ تي
ويجهو ڪو نه هو- مهيم پاسي هو- روز پاڻي آڻڻ
پاڻي ديا سنگهه پاڻ تي هموار ڪيو- روز ويندا هوا
گهاگهر سمنڊ جي پاڻيءَ جي ڀري کڻي ايندا هوا-
ڀيڙ ايندا ويندا هوا، ٽرام به هئي ته به ان ۾ نه ويندا
هوا- اهو اکڻ هت غير واجب نه ٿيندو ته گرو گهراڻي
۾ به اهڙي شيوا جو ذڪر آيل آهي- پاڻي امروءَ
اهڙي شيوا ڪري گر گدي پراپت ڪئي هئي-
امروءَ مان ڦري گرو امرداس صاحب بڻيا- بابا جن
روز دوا به پئندا هوا ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ سان شنان
پڻ ڪندا هوا- ٽن ڏينهن گذرڻ بعد دوا پنهنجو اثر
ڏيکاريو بابا جن جي مونجهه صفا لهي وئي- آڪسيجن
به هٽائي وئي- قدرتي طرح ساهه کڻڻ جي شڪتي
اچي وئي- اڪثر سڀ ڊاڪٽر حڪيمن جي دوا ۾
گهٽ اعتقاد رکندا آهن- ڊاڪٽر چيٽن دوا جو چمتڪار
ڏٺو- کيس هاڻي دل ۾ اُميد جاڳي ته دوا وڌيڪ
اثر به ڏيکاريندي- دوا چالو رهي- ڏهن ڏينهن ۾
کين چڱو فائدو ٿيو- حڪيم گهر ۾ اُٿڻ وهڻ ۽ ٿورو

هلڻ چلڻ بہ ڏنو. ڪاڌي جي پرهيز بہ بند ڪري
بابا جن کي سڀ ڪجهہ کائڻ جي موڪل ڏني.
صرف ترڪيل شين کائڻ جي منع ڪئي. دوا جو شيشو
بابا جن پيتو جو 20 ڏينهن هليو. بابا جن کي رهڻ
مان 12 آنا فرحت محسوس ٿي. جلد ئي هوليءَ جو
ڏڻ آيو. بابا جن وٽ سنگت بہ درشن لاءِ آئي.
سڀ درشن ڪري آشيرواد وٺندا ويا. ڪيترن تہ
هوليءَ جا گيهر صنبوسا ۽ پڪوڙا بہ آندا. بابا جن
هر طرح خوش هوا ۽ سڀني سان کلي ڳالهائي چرچا
وغيره ڪرڻ لڳا. بيماريءَ بعد اهو پهريون پيرو
سنگت کي موقعو مليو. بابا جن کي حڪيم چيو هو
تہ دوا پوري ڪري پوءِ 15 ڏينهن سورج اشنان
ڪندا تہ بيماريءَ جي جڙ پٽجي ويندي. جي نہ
ڪندا تہ وري ٿيڻ جو امڪان آهي. جاءِ ۾ اندر
اُس جو پورو بندوبست ڪو نہ هو. تنهن ڪري
اها ڳالهہ نہ ٿي سگهي. اهڙي طرح 2-3 مهينا بابا
جن بلڪل مزي ۾ گذاريا ۽ آرام سان رهيا. ڪابہ
سريرڪ شڪايت ڪو نہ ٿين. سورج اشنان نہ ڪرڻ
سبب بابا جن کي وري ساڳي بيماري اُٿلي پئي.
حڪيم تہ اڳ ۾ اهڙو چتاءُ ڏنو هو. اهو بہ ٻڌايو
هوائين تہ پوءِ ڪابہ دوا اثر ڪو نہ ڪندي ٿيو بہ
ائين. ايشور جي ڀاڻ ڪو ائين لکيل هو. جولاءِ 1953

جي آخرين هفتي ۾ بيماري اگرو روپ اختيار ڪيو-
ڊاڪٽرن گهڻائي حيلا هلايا - وس مون ڪونه
گهٽايائون ۽ ڦڪيون فرق ڪن جڏهن امر ٿئي الاهه
جو. تڪليف وڌندي ويئي آخر آگسٽ 1953 تاريخ
5 وڃي سڄيءَ جوت سان مليا - ٻروءَ جي چرڻن ۾
وڃي پهتا - آخرين سنسڪار لاءِ سندن جي ارٿي
سيان (بمبئي) مان دربار صاحب اجمير اچي پهتي -
مون کي نه ان ڪان اڳ ئي گانڌي ڌام نوڪريءَ
تي چڙهڻ لاءِ حڪم ڏنو هوائون - وڃڻ تي دل
ڪونه هئي - ۽ سندن حڪم چشمن تي رکي مان
رئندو ڪين اهڙي حالت ۾ ڇڏي هليو ويس - مون
کي صرف اهو چيو هوائون ته تنهنجو موهه اٽڪيل
آهي - ان ڪري اسان آخرين وقت به توکي درشن
ڪونه ڪرائيندا سين - اجهو ائين اهو منهنجو آخرين
درشن ٿيو- نور چشم هريءَ بابا جن جي نازڪ
حالت ڏسي مونکي تمام ضروري تار موڪلي-
ان جي پهچڻ شرط مون موڪل ورتي ۽ پاس ڪڍائي
بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيس- جڏهن ڏينهن مان گانڌي ڌام
مان نڪتس ان ڏينهن ئي بابا جن سرڳ ٿيا ٿيو هو-
ڊاڪٽر چيتن انهيءَ رات جو ارٿي اجمير کڻائي
وڃڻ جو بندوبست ڪيو- گجرات ميل ۾ ارٿي
بمبئيءَ مان روانو ٿي ٻئي ڏينهن صبوح جو احمد آباد



*Gadi Nashin Mahant of Darbar Sahib Halnai*

**108 Puj Baba Govind Das Sahib**

پهتي جتان دهلي ميل ۾ رات جو اچي اجمير پهتا-
منهنجي گاڏي وارم گام تي صبوح جو سويل 5 بجي
پهتي- آئي ٻي گاڏي ۾ وقت بمبئي لاءِ تيار هئي
ان ۾ چڙهي بمبئي لاءِ روانو ٿيس- مون کي ننڊ اچي
وئي- بابا جن مونکي ننڊ ۾ درشن ڏنو- مونکي
چيائون ته هاڻي آئين بلڪل ٺيڪ آهيون ۽ اجمير تا
ويون- منهنجي اک کلي، سڀني واري ڳالهه وسري
ڇي ته- دل ۾ قرار آيو ته بابا جن شرير ڇڏيو آهي-
سندن ارٿي اجمير ڏي وڃي رهي آهي- منهنجي
گاڏي گجرات ميل جي اچڻ کانپوءِ احمد آباد پهتي-
دهلي ميل جو وقت صبوح جو هو جو احمد آباد مان
اجمير لاءِ رواني ٿيندي هئي- مونکي اهو خيال آيو
ته لهي ڏسي اچان ته متان بابا جن جي ڪا خبر پئجي
وڃي- پر وري من ڦيرو کاڌو- ائين دل ٿي دل ۾
چيم ته ماريا من اهڙا خيال ڇو ٿو ڪرين- تون بمبئي
هليو وڃ آئي وڃي خبرچار لهه- ائين سوچ ويچار
ڪندي مان سڌو بمبئي هليو آيس- اتي بابا جن
جي جوتي جوت سمائڻ جو سماچار مليو- اها پڻ
خبر پئي ته سندن ارٿي گجرات ميل ۾ اجمير کڻائي
ويا- مان جي احمد آباد ۾ لهي جاچ ڪريان ها ته
شايد آخرين درشن ٿئي ها- پر اهو حڪم نه ٿيو ڇو
ته بابا جن جا وچن هوا ته آخرين درشن نه ڏيندو

۽ ان ڪري منهن ڦيرو ڪاڏو هو- مان موڪل ممبئي
پوري ڪري وڃي نوڪريءَ تي چڙهيس- اهڙيءَ
رهت ٻڌي درويشن ۽ مهاپرشن جي صحبت جو دور
پورو ٿيو-

# باب ٣- ڀائي ديا سنگهه

ٻابا ماڌو داس صاحب جو سمورو ڪريا ڪرم
اجمير ۾ ڀائي ديا سنگهه کان ڪرايو ويو- دربار
صاحب ۾ اهو دستور هلندو پئي آيو ته جيڪو
ڪريا ڪرم ڪرائي ته گديءَ تي به اهو وهي-
هاڻي به گديءَ پرڻ جو اهم سوال اٿيو- ٻمبئيءَ ۾
سکن شيوڪن جو ميڙ ٿيو- ۽ ڪراءِ فيصلو ڪيو ويو
ته گديءَ تي ڀائي ديا سنگهه کي وهاريو وڃي- ٺهراءُ
پاس ڪري اجمير جي سنگت ڏانهن موڪليو ويو-
اجمير جي سنگت ته اڳ ۾ ئي اهو ٺهرايو هو ۽ سڀ
ڪريا ڪرم به انڪري ڀائي ديا سنگهه ڪيو هو ۽
سنڌ سڀ چوڻي ٻـــ ڪٽي ويٺي هئي- اتي آداسي
سنتن اعتراض اٿاريو ۽ دربار صاحب مان هليا ويا-
سنگت جو فيصلو منظور ڪيو ويو- ٻارهين جو ڪريا
ڪرم پورو ٿيو- تاريخ 18 آگسٽ 1953 تي ڀائي
ديا سنگهه کي گديءَ تي براجمان ڪيو ويو- گرو
گرنٿ صاحب مان وچن ورتي لالو ٻابا گوبند داس

صاحب رکيو ويو. ساري سنگت اچي بابا گوبنداس
صاحب کي سر جهڪايو.

# بابا گوبنداس صاحب

گديءَ تي ويهڻ کان پوءِ جلد ئي بابا گوبنداس
صاحب عيسائي محلو دربار صاحب ڇڏي ڏکڻ
ڇاوڪ ۾ ڊاڪٽر چيتن جي اسپتال مٿان استاپن
ڪئي. مان به موڪل وٺي اچي بابا گوبنداس
صاحب جو درشن ڪري آشيرواد گهري. هيءَ
جاءِ به مسواڙ تي هئي. بابا جن کي سدائين اهو
فڪر هو ته پنهنجي جاءِ هجي. ڪوشش ڪندا رهيا
۽ سوڀارا ٿيا. پرسان ئي ڏکڻ تلاو جي سامهون
هڪ پلاٽ هو جنهن ۾ جايون ۽ دڪان به هوا. اهو
کين پسند آيو ۽ خريد ڪرڻ لاءِ پرشارٿ ڪيائون.
نيٺ اهو پلاٽ ورتائون. پلاٽ ۾ خوب پنهنجي سر
روز وڃي محنت ڪري ان کي ٺاهي سڌو پٽ
ڪيائون. نئين جاءِ جو نقشو ٺاهي اهو به پاس
ڪرايائون. جاءِ ٺهرائڻ جو ڪم چالو ٿيو. ڀاءِ قيمتراءِ
مورجاڻيءَ کي دهليءَ مان گهرائي ان جي نظرداريءَ
هيٺ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائون. ڀاءِ چترڀڄ
ايچنداڻيءَ کي به صلاح مصلحت لاءِ بمبئيءَ مان
گهرايائون. دربار صاحب جو هال، ان جي سامهون

بابا جن جي بئنڪ لاءِ ڪمرو ۽ هال جي هيٺان
سنگت جي ڪارڻ لاءِ وڏو ورانڊو جنهن ۾ 5 ڪمرا
هوا سي سڀ تهي تيار ٿيا. 13 اپريل 1960 ويساکيءَ
تي مهورت ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪري سڀني کي
احوال لکيائون - مونکي به ڪرپا ڪري اچي پهتو -
مان به مهورت ۾ ڀاڱو وٺڻ لاءِ اجمير پهتس -
ان ڏينهن ويساکي به هئي - مان هر سال ڏياري ۽
ويساکي اچي اجمير ڪندو هوس - وچ ۾ هڪ ٻه
دفعو جي ٻيو به موقعو ملندو هو ته اچي درشن
ڪري آسيس وٺندو هوس - ٻر اڪيلو - هن ڀيري
مان سڀني يارن سميت اچي شريڪ ٿيس ۽ سڀني کي
درشن ڪرائي آشيرواد وٺي ڏنم - ان کان اڳ بابا
صاحب 2 دفعا بمبئيءَ به آيا هوا - مونکي اڳواٽ
احوال ڏيندا هوا - مونکي حڪم ڪيو هوائون ته
صبوح جو 6 کان 9 تاءِ ۽ شام جو آفيس مان سڌو
سندن آسڻ تي پهچي وڃان - سندن آسڻ هميشه
ڀاءُ جيسارام رامچنداڻيءَ جي گهر ڪسٽمس ڪوارٽرن
۾ هوندو هو - جيترا ڏينهن بابا جن بمبئيءَ ۾ رهندا
هوا ته مان سندن حڪم موجب ٽائيم انوسار پهچي
ويندو هوس - بابا جن جو وقت قيمتي سمجهندو
هوس - اهو ئي اندر ۾ خيال هوندو هو ته پوري
وقت وڃي پهچان ۽ اهڙي ڪرپا پاڻ به ڪندا هوا -

سندن ٻمبئيءَ جو سڄو پروگرام مونکي ٽي ناهڻو
پوندو هو- فقط پاڻ ان بابت مونکي ٻڌائيندا هوا
۽ مان پڻ پوءِ ڊائري ۾ لکي ناهي سندن منظوري
وٺندو هوس- مارچ 1960 ۾ منهنجي پٽ هريءَ
جو مڱڻو ٿيو- ڪجهه مصري بابا جن کان اجمير
ڏيساري ويئي- شادي 27 اپريل 1960 تي مقرر
ڪئي ويئي- مون يڪدم بابا جن سان لکپڙهه چالو
ڪئي- وساکيءَ تي به 13 اپريل روبرو عرض ڪيم-
بابا جن صفا ناڪار ڪئي- وساکيءَ تان موٽڻ بعد
مون دل نه هاري- روز خط ويندي جو لکندو
هوس- مگر ڪجهه نه وريو- پوءِ آخرين خط لکيم-
الائي ڪهڙي هڪ ست ان ۾ لکيم جنهن سندن جي
دل نرم ڪري ڇڏي ۽ اچڻ لاءِ تياري ڪيائون-
پر مونکي ڪوبه سماچار ان باري ۾ ڪونه لکيائون-
3 ڏينهن باقي شاديءَ ۾ هوا- مونکي ڪابه اُميد
ڪونه هئي- مونکي خيال آيو ته شادي اچي سامهون
بيٺي آهي- متان ڪي مهمان ٻاهران اچن- ان ڪري
پنهنجي سالي سندر داس کي سينٽرل ريلوي ڊادر
۽ پٽ هريءَ کي ويسٽرن ريلوي ڊادر تي موڪليم-
پر مونکي جواب نه اچڻ ڪري دل ۾ آشا اُٿين ٿي
ته بابا جن ايندا- 25 تاريخ ٻئي ڄڻا ڊادر اسٽيشن
تي ويا- ان ڏينهن ئي بابا جن سينٽرل ريلوي

دادر اچي پهتا- ڀائي شامداس ۽ ڀائي ساڌورام به انهن
سان گڏ هرا - ڀائي شامداس گاڏيءَ جي دروازي
تي ويٺو هو تہ يڪدم سندرداس تي نظر پيس -
بابا جن کي وٺي پڌاياڻين تہ ميڙاٽي ماڻهو موڪليو
اٿو اوهان کي وٺڻ واسطي! بابا جن عجب وچان
چيو تہ اسان لکيو ئي ڪونہ هو پوءِ ماڻهو ڪيئن
مڪائين - سنتن جي مهما اپار آهي - ڪرڻ ڪرائڻ
وارا بہ پاڻ آهن - مونکي نہ تہ اهڙي مت ڪيئن
اچي - اجهو ائين اوچتو اچي بابا جن بمبئي اسان
وٽ پڌاريا - ڪين سندرداس ٽئڪسي ڪري وٺي
آيو- مان بہ واڻڙو تي ويس- بابا جن جي درشن
ڪرڻ سان دل بهار تي ويئي - مون هڪ ڏينهن
لاءِ تي واجهايو ۽ عرض ڪيم- پاڻ اهڙي ڪرپا
ڪيائون جو پريا 4 ڏينهن اسان وٽ رهي ڪارج
ڪرايائون- بابا جن جي رهائش جو جيڪو بندوبست
ڪيو هوم سو بہ ڏسي گهڻو پرسن ٿيا - چون پيا تہ
ديوان جيسارام وٽ بہ اهڙو نو يڪلو بندوبست
ڪونهي - مون بہ ڪين موٽ ۾ چيو تہ سڀ اوهان
صاحبن جو پرتاپ آهي - مونکي ڪهڙي طاقت!
ديوان جيسارام کي خبر پئي - شام جو ٿي پنهنجي
موٽر ۾ آيو- بابا جن کي عرض ڪيائين تہ آسڻ
هميشه اسان وٽ ڪندا آهيو - هاڻي بہ ڪرپا ڪري

آسڻ هلي اسان وٽ ڪريو. بابا جن صفا انڪار
ڪري ڇڏيس ته شادي ۽ ڇٽيا گذاري پوءِ اوهان
وٽ هلي آسڻ ڪنداسين. جنهن ڪري به لاءِ اچڻ
ٿيو آهي سو پلي پورو ٿئي. هت به اسانکي ڏاڍو
آنند ٿو اچي. اهڙيءَ طرح شادي ۽ ڇٽيا گذاري
پوءِ بابا جن ديوان جيسارام وٽ وڃي آسڻ ڪيو.
اتي فقط 2 ڏينهن رهيا پوءِ اجمير روانا ٿي ويا.
مان اهي 2 ڏينهن بابا جن وٽ نيم سان صبوح ۽
شام ويندو رهيس. انهيءَ کان پوءِ بابا جن هر سال
بمبئيءَ ۾ پڌاريا هوا. ڪڏهن هڪ دفعو ته ڪڏهن
وڌيڪ. ائين 5-6 سال گذري ويا. مون به انهن
سالن ۾ ڪين پورڻ سهڪار ڏنو. هڪ دفعو به نه
گسايم. جڏهن آگيا ڪندا هوا ان موجب سندن قدمن
۾ حاضر ٿيندو هوس. اها به هڪ آزمائش هئي!
ڇهين سال جڏهن وري بمبئي پڌاريا ته مونکي
حڪم ڏنائون ته هر روز اچڻ وڃڻ جي بدران اڳو پوءِ
جيترا ڏينهن اسين بمبئي اچون اوترو وقت اوهان
اسان سان گڏ هجو. گهر اچڻ وڃڻ جو وقت اجايو
ٿو وڃي. اوهان جي ٻارن کي به اون ٿي ٿئي اها
به نه ٿيندي. پنهنجا ڪپڙا وغيره انهن ڏينهن لاءِ
اڳو پوءِ کڻي ايندا. اسانکي به گهڻي سهوليت
ٿيندي. مون گهر ۾ اچي اهو حڪم نامو ٻڌايو. سيئي

ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا - پر گهڻي خوشي نه منهنجي
اندر ۾ ٿي جو بابا جن اهڙي ڪرپا ڪري 24 ڪلاڪ
ئي پنهنجي مهر ڀريءَ نظر هيٺ رکيو - ان وچ ۾ پيا به
سنگي شيوا ڪرڻ لاءِ اڳيان آيا - هڪ مان وڏي چار
ٿياسين - بابا جن جو ويو پرتاب وڌندو - پوءِ تــه
بابا جن سال ۾ 3 دفعا به اچڻ لڳا - سنگت جو پريم
۽ صدق ڏسي بابا جن انڪار نه ڪندا هوا - مون
15 مارچ 1968 ۾ نوڪريءَ مان رٽائر ڪيو - ريلوي
ڪوارٽر به ڇڏڻو هو - ان وقت نهرو نگر ڪرلا ايسٽ
۾ نهي تيار ٿيو هو ۽ فارم ڀري پوءِ لاٽريءَ وانگر
نمبروار ڏيڻ جو فيصلو ڪيو هوائون - مون به فارم
ڀريو هو جو منهنجو نمبر جلد لاٽريءَ ۾ آيو - مان
جلد ئي اُتي وڃي رهيس حقيقت ۾ نمبر به نڪرڻ محال
هو - منهنجو نمبر 1999 هو - سڀ پيا چون ته ڏاڍو
مشڪل آهي مون بابا جن کي لکيو هو - انهن جواب
۾ دلجاءِ ڏني ته ڪو به فڪر ڪو نهي - اوهان جو
نمبر نڪرندو - مونکي عجب لڳو جو نمبر پهرين
هڪ سون نمبرن نڪرڻ سان ئي اچي ويو ۽ بابا جن
جا وچن سٽ ٿيا - پر گهر 4 ماڙي تي مليو - اهڙيءَ
طرح بابا جن منهنجا سڀ ڪارج پــورا ڪيا -
مونکي بمبئيءَ ۾ پنهنجو مڪان به ٿيو - اتان به مان وڃي
بابا جن وٽ رهندو هوس جڏهن به بمبئيءَ ايندا هوا

ته اُهو ناڻو نباهيندو آيس - رٽاير ڪرڻ کان پوءِ مون
بابا صاحب کي عرض ڪيو تہ دين ديال جڏهن
اوهان صاحب اچو ٿا تہ هت سيان دربار ۾ ڪيرتن
ٿئي ٿو - اوهان جي وڃڻ بعد بہ ٿيڻ گهرجي - مون
همٿ رٽاير ڪيو آهي - حڪم ڪندا تہ ڪيرتن
ڪندس - ان ۾ دربار صاحب جو ناماچار وڌندو -
بابا جن لکيو تہ صلاح تمام سٺي آهي - اسين شري
سندرداس مورجاڻيءَ کي لکون ٿا تہ سندس ڇا ويچار
آهي - سڄو بندوبست ان کي ڪرڻو آهي -
نوڪريءَ ۽ گهر جو ڪم پڻ اٿس - پاءِ مورجاڻي
گهرو حالتن سبب اهو ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور هو -
صرف آرتوار ڏينهن ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو -
اهو ڪيس بہ موڪل جو ڏينهن هو - پر روز نہ -
بابا جن خوش ٿيا - نہ ڪان تہ آرتوار بہ چڱو - مورجاڻيءَ
کي لکي موڪليائون هر آرتوار تي آسادي وار جو
ڪيرتن شروع ڪيو. اسان ميڙاڻيءَ کي بہ لکون ٿا -
اهو اچي ڪيرتن ڪندو - مونکي خوشي ٿي - اهو
ڪيرتن اڄ ڏينهن سوڌو هلندو ٿو اچي ٽوڙي مان
هاڻي ٻمبئيءَ ۾ نہ آهيان - هر آرتوار تي ٻمبئيءَ جي
سنگت اچي ان جو لاڀ وٺندي آهي - اهڙا اهي
جن کي دربار صاحب لاءِ سچو صدق ۽ پيار آهي -
اهڙيءَ طرح ڪجهه سال گذري ويا - بابا صاحب

بمبئيءَ ۾ ايندا هوا - ڪڏهن داس کي به
پنڌاري جو موقعو ڏيندا هوا- پاڻ اچي چرن گهمائي
گهر به پوتر ڪري ويندا هوا- انهيءَ عرصي ۾ منهنجن
ٻن نياڻين جي شادي به ٿي وئي - باقي گهر ۾ 3
ڇٽا هواسين جو پيرن نياڻيون دهليءَ وڃي رهيون
هيون - انهن کي اتي نوڪري به ملندي وئي -
پوءِ جلد ٿي پٽي پت گرداريءَ کي به دهليءَ ۾
ريلوي ۾ نوڪري ملي وئي - سڀ ڪارج بابا جن
جي آشيرواد سان ٿيندا ويا - نوڪري ته بمبئيءَ ۾
به ريلوي ۾ هوس- اها ڇڏي آيو هو جو منهنجي وڏي
نياڻي چاولا پنهنجو ڌندو شروع ڪيو ۽ گرداري به
اچي هن سان گڏ ڌندي ۾ شامل ٿيو - سايا 6 سال
ائين گذريا - بابا جن بمبئي آيا ته مونکي اندر ۾
خيال آيو ته انهن سان صلاح ڪري گرداريءَ لاءِ
نوڪريءَ جي ڪوشش ڪريان پوءِ جئن حڪم ڏين-
بابا صاحبن سان ڳالهه ڪيم - بابا جن يڪدم فرمايو ته
هــا بابا ڪوشش ڪريو - نوڪري ملي ويندس -
باباجن جي انهن وچنن تي وشواس رکي مون ڪيس ڌندو
ڇڏايو - پوءِ ڪيم سندس نوڪريءَ لاءِ ڪوشش -
بابا جن جي مهر سان نوڪري جلد ملي ويس - پگهار
به شروعات ۾ 600 روپيه ماهوار - ان کان سواءِ باهر
وڃي ته پاڙا پيتا ۽ سڀ خرچ وغيره پڻ - مطلب ته

سنتن جي ڪرپا سان عزت آبروءَ واري نوڪري ملي
ويس - اڃان 3-2 مهينا گذريا ته وري اندر ۾ خيال
آيو ته ڇو نه ريلوي ۾ ساڳيءَ نوڪريءَ لاءِ ڪوشش
ڪجي - بابا جن جي وچن سنا ڪين ته پوءِ ان لاءِ
به ڪوشش ڪجي - بابا جن بمبئيءَ پڌاريا ته ڪين
پنهنجي اندر جو خيال عرض رکيم - ان نوڪريءَ
۾ ڪهڙيون ڪنايون ۽ رڪاوٽون پونديون اهي به
سڀ سنتن کي ٻڌايم - بابا جن سموري حقيقت ٻڌي
يڪدم فرمايو ته ڀلي ڪوشش ڪريو ته ڪجهه
ويندو - اصل ڳل ڇني هٿ ۾ ڏنائون - مون به وشواس
رکي ريلوي ۾ نوڪريءَ لاءِ ڪوشش ڪئي - سنتن
جي اپار ڪرپا سان ۽ سندن پوتر وچنن ڪيڻ سان
منهنجي ٻئي پٽ گرڌاريءَ کي جلدئي دهليءَ ۾ نوڪري
ملي - ساڳيو ئي عهدو مليس - گريڊ به آهوئي مليس
فقط نئين طرح ڪري رکيائونس - اهو به شڪر ڪري
قبول ڪيوسين - هڪ ته نوڪري ملڻ محال هئي
ٻيو سايا 6 سال وچ ۾ بريڪ هئي پر ايشور جي مهر
اهڙي ٿي جو ڪو به اهڙو اعتراض ڪونه آئيو - اڄ
تائين سنتن جي مهر ميا سان اتي نوڪري ڪري ٿو ۽
ترقي به ڪئي اٿس - هن وقت R/s700-900 جي گريڊ
۾ ڪلاس پهرين ۾ انسپيڪٽر آهي ۽ هر طرح خوش
آهي - منهنجا ٻئي پٽڙا دهليءَ ۾ ٿيا - باقي اسين

ٻئي زال مڙس ٻمبئيءَ ۾ ڪرلا واريءَ جـــاءِ ۾ رهڻ
لڳاسين - اسانکي ٻه بابا جن حڪم ڪيو ته هاڻي
اوهين ٻه وڃي دهليءَ پٽڻ سان رهو- مون بابا جن
کي چيو ته اوهان جو حڪم چشمن تي آهي - اڄهو
ائين ٻمبئي ڇڏائي ڇڏ ياٺون - ٻمبئي واري جاءِ رکڻ
لاءِ عرض ڪيم پر اها ٻه چياٺون ته وڪڻي ڇڏيو-
مون بابا جن جي حڪم موجب جاءِ پنهنجن پاڻيچن
کي ڏئي ڇڏي - انهن کي ٻه پنهنجو اڄهو کپندو هو-
اسين ٻئي دهليءَ اچي پنهنجن پٽڻ وٽ رهياسين-
دهليءَ پهچڻ سان نورچشم گرداريءَ جون مائٽيون
پئي آيون - اسين اچان ٻمبئيءَ هواسين ته نورچشم
هريءَ پنهنجي پاءِ جو مڱڻو ڪري اسانکي لکيو-
مون کيس لکيو ته ڪڇي مصري بابا جن کي اڄهو
موڪلي ڏيو- پڪي اسين پوءِ اچي وندا سين - ان
موجب ڪڇي مصري بابا جن ورتي - اسان اچـــان
ٻمبئي ڇڏڻ وارا هئاسين ته بابا جن ٻـــه اچي آئي
پڌاريا - مان ٻه کين گڏيس - دربار صاحب سيان ۾
کيرٽن ڪري مان آسيس وٺڻ لاءِ بابا جن اڳيان سر
جهڪايو ته يڪدم پـــاڻ واڏائي ڏئي چياٺون اسان
مصري ڪاڻي آيا آهيون - هاڻي ته شاديءَ تي ٻه
اڇڻو پوندو - مونکي ان جي وينتيءَ ڪرڻ جو وجهه
ئي نه ڏناٺون - نورچشم گرداريءَ جي شادي دهليءَ

۾ جولاءِ 1978 ۾ ٿي- بابا جن پاڻ اچي پنهنجي ٻولر
مبارڪ هٿن سان اهو ڪارج ڪرايو- منهنجي گهڻي
عرض ڪرڻ ڪري پاڻ ساڌو رام کي به وٺي آيا- ان
شرط سان ته هو شاديءَ ڏينهن رات واري گاڏيءَ ۾
اجمير واپس وڃي دربار صاحب سنڀاليندا. مطلب ته
بابا جن منهنجي من جون سڀ ڀاونائون پوريون
ڪيون- شادي سک سان گذري- بابا جن ٻئي
ڏينهن پنهنجي آسڻ تي ماتا پاربتيءَ موجاڻيءَ جي
گهر هليا ويا- مان به انهن سان گڏ ٿي ويس-
منهنجي پرپٽ نورچشم هريءَ سڀ ڪم پورو ڪيو-
بابا جن کي اجمير روانو ڪري پوءِ مان گهر آيس-
ان کان پوءِ دهليءَ ۾ هر سال درشن ڏيندا هوا-
2-3 سال اهو سلسلو جاري رهيو- ڪڏهن هڪ رات
ته ڪڏهن ٻه راتيون ايندا هوا وڌيڪ نه- مان به
سندن حڪم اوسار اهي ڏينهن بابا جن سان رهندو
هوس ۽ ناڻو لياڻيندو رهيس- ان ڪري دهليءَ جي
سکن ۽ شيوڪن کي منهنجي لاءِ به قرب ۽ پيار ٿيو-
پوءِ ته دهليءَ رات رهڻ به بند ڪري ڇڏيائون-
صبوح جو اچي، رات واري گاڏيءَ ۾ هليا ويندا
هوا- جنهن ڪارج لاءِ ايندا هوا اهو ڪرائي ويندا
هوا- هاڻ ته اهو به بند آهي- سندن اوستا آخر
وڏي آهي- صحت به ٺيڪ ڪونه اٿن- نور چشم

گرڌاريءَ جي شاديءَ کان اڳ 18 اپريل 1978 تي
بابا جن کي بمبئيءَ جي سنگت خاص وينتي ڪري
گهرايو- بابا جن کي گدي تي ويٺي 25 سال پورا
ٿيا هوا- سنگت ان ڪري "سلور جبلي" ملهائڻ لاءِ
خاص اُتسو سيان دربار صاحب ۾ رکيو هو- مونکي
به اهو احوال آيو- مان به ان مهايگيه ۾ شامل ٿيڻ
لاءِ دهليءَ مان بمبئيءَ آيس- ڏاڍي ڌوم ڌام ۽
اُمنگ اُتساهه سان اُتسو ملهايو ويو ۽ مان به دهليءَ
واپس هليو آيس- 31 جولاءِ 1979 بابا جن جي اپار
ڪرپا سان نورچشم گرڌاريءَ کي پٽڙو ڄائو- مون
بابا جن کي بروقت واڌاين جو خط لکيو- ان ۾ وينتي
ڪيم ته بالڪ جو نالو ڪيڏي موڪلين- بابا جن
ورلڊ ٽور نيپال ۾ مونکي به واڌايون لکيون- لکيائون
ته گرو صاحبن جي وچن وٺڻ سان نالو "رام" نڪتو
آهي- اوهان وٽ رام آيو آهي- بابا جن جي اوستا
ويئي چڙهندي- صحت ۽ اوستا وڌيءَ ڪري بابا جن
ڪيڏانهن به اچڻ وڃڻ صفا بند ڪري ڇڏيو آهي-
مان هر سال هڪ به دفعو اجمير درشن ڪرڻ ويندو
آهيان- ڪڏهن ڪڏهن ان جو بمبئيءَ به چڪي
ويندو اٿم- بمبئيءَ ۾ وڃڻ کان پوءِ هر آرتوار ڏينهن
سيان دربار صاحب ۾ نيم انوسار ڪيرتن ۾ شامل ٿيندو
آهيان- جيڪو مون ئي جاري ڪيو هو- 31 جولاءِ

1984 تي بابا سروپداس صاحبن جي ورسي هئي -
ان ڏينهن خاص اُتسو رکيو ويو هو- دربار صاحب
اجمير ۾ هنن جو پتلو براجمان ڪيو هو- مونکي پڻ
احوال آيو- مان به دهليءَ مان شريڪ ٿيڻ لاءِ اجمير
وڃي پهتس- واهه جي رونق لڳي ۽ موج متي-
مان اهو مها يگيه گذاري پوءِ جلد ئي دهليءَ آيس-
اوچتو ٻن ٽن مهينن گذرڻ بعد بابا جن جي صحت
بگڙي ويئي- سندن جان جو خطرو هو- اجمير ۾
صلاح ڏيني ته جسلوڪ اسپتال ۾ علاج لاءِ هڪدم
بابا جن کي وٺي وڃجي- اتي ئي هن بيماريءَ جو
علاج ٿيندو- 25 آڪٽوبر 1984 بابا صاحبن کي
هوائي جهاز رستي ڀائي ساڌورام صاحب ۽ ڀاءِ رميش
ڀاٽي بمبئي جسلوڪ اسپتال ۾ وٺي ويا- اتي
آپريشن ٿيڻو هو- اڳ ۾ ٽپاس وغيره ڪري 5 نومبر
1984 تي آپريشن ڪيو ويو جو هر طرح ڪامياب
ويو- 17 نومبر 1984 تائين اسپتال ۾ رهيا- پوءِ
ڊاڪٽرن موڪل ڏني ته پلي اجمير وڃن- سمورو
وقت جسلوڪ اسپتال جي 16 ماڙي تي جڻ
دربار صاحب هالاڻيءَ جو نظارو هوندو هو- پوءِ
18 تاريخ صبوح جو هوائي جهاز رستي بمبئيءَ مان روانا
ٿي اچي سک سان اجمير ۾ پنهنجو آسڻ وسايائون-
تاريخ 13 اپريل 1985 تي ويساکي هئي مان هر سال

ويندو آهيان - اڄ ڪاله ڪابه ويساکي گسائي ڪونه اٿم - مان دهليءَ مان اجمير هليو آيس - ان ڏينهن ئي دربار صاحب اجمير ۾ پنهنجيءَ جاءِ ۾ وهڻ جو مهورت به ڪيو هوائون ۽ امر آڏيري لال صاحب جي مورتي به استاپن ڪئي وئي - ان ۾ به شامل ٿيس - مطلب ته هن وقت تائين جنم وٺڻ کانپوءِ دربار صاحب سان ناتو جڙيل ئي رهيو ٿو اچي - پتا جن جي آتما جتي هوندي ته اهو ڏسي ٻئي آشيرواد ڏيندي - پتا جن جي وچن جي بل شڪتيءَ ۽ آشيرواد سان ستگرن سان ناتو رهجي آيو آهي - عمر جا 77 سال گذري ويا آهن - 78 سال چالو آهي - ڪافي لنبو عرصو آهي پر در هڪڙو ئي پڪڙيو اٿم - صدق، پريم ۽ وشواس صرف دربار صاحب هالاڻيءَ ۾ ئي رهيو آهي ۽ فقط انهن مهاپرشن ۽ درويشن ۾ - پتا جن جي ڏنل وچن جو به ستڪار ٿيو آهي - ٻئي ڪڏهن پاسي منهن نه موڙيو اٿم ۽ نه موڙيندس اهو منهنجو پڪو وشواس آهي -

مونکي آتم وشواس آهي ته پتا جن جي آتما اهو ڏسي ضرور پرسن ٿيندي - اڳتي به بل بدي ۽ شڪتي ڏيندي ته هيءُ در جيڪو جهليو اٿم سو آخر گهڙيءَ تائين نه ڇڏيان - بابا جن به روز ڪيرتن

وجهه هيٺيون سلوڪ ڏيئي من ۽ دل کي پڪو ڪندا
رهندا آهن-

ٻار ڪـــه ڳجي هڪڙو گهڻا تا لـــه ڪچن
سر ٻه ڏجي هڪ کي - ٽوڙي سوين سدا ڪن
سي ڇولا ڇڄن - جي در در پائن جهاتيون .

شل پريو پرماتما سمت ڏيندو- سڀني وات هلائيندو- ٻئي طرف منهن نه ڦري جو آهي اپاٽت نه لڳي جئن شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ نصيحت ڏني آهي ته -

هلج سڀني وات ڪنڌ نـــه ڦيرج ڪاڏهين
لوڻي سر اپاٽت - متان لڳئي شاهه لطيف چوي.

الائي ڪيتري ۾ بـــاقي گهڻا ڪٿا ٻڌيل آهن - جيترا ٻه هجن شل انهيءَ ٽي راهه ۾ سٺل ٿين جيڪا هن وقت تائين هلي رهيو آهيان - مٿيـون احوال پانڪن اڳيان پيش ڪيو اٿم - پاڻ امين ٿيون ته منهنجو جنم ٿيو ٿي هالائيءَ دربار لاءِ هو يا نه - ٽن مهاپرشن ۽ گڏ سيرن جي قدمن ۾ وهڻ جو شرف مليو اٿم- انهن ٽنهين جدا جدا آشيرواد ڏني- ٻابا سروپداس فرمايو ته مائي هڻن جو فڪر نه ڪر - هي سيني کان سکيا رهندا - ٻابا ماڌوداس مهر ڪري فرمايو تــه اوهان جو پلو انهيءَ نوڪريءَ ۾ ٽي آهي - اوهان جو گهر اسان کي پنهنجو گهر آهي - ٻابا گوبنداس ڪرپا

ڪري ڇيو ته ڪا به چنتا نه ڪريو - اسين اوهان سان
هميشه گڏ آهيون - تنهي درويشن جون دعائون
مليون آهن- ڪهڙيون نه سندر دعائون! واه! واه!
هن وقت باقي حياتيءَ جو عرصو پنهنجي گهر ۾ آرام
سان گذاريندو آهيان - بابا گوبنداس صاحبن کان
پراڻي عادت انوسار صبح جو 4 بجي جاڳي پاڻهي
پاٺ ڪيندي آهي - اٿي هٿ منهن ڌوئي پنهنجي
چاله پاٺ ڪاهيندو آهيان ۽ ڪير ڪاڙهي رکندو
آهيان - ٻئي گهر جي پاڻيءَ جو آرام نه ڦٽائيندو
آهيان - اندر ۾ جيڪا گرن جي باڻي چاهي پڙهن ۽
ڪلام بر زبان ياد اٿم سي پيو پڙهندو آهيان- ٿورو
ڪم ڪار ۽ اٿڻ وهڻ به پيو ڪيندو آهي پر چت
باڻيءَ ۾ رهندو اٿم - ان وقت دربار صاحب هالاڻي
اجمير ۽ بمبئيءَ سيان بنهي جا نظارا اندر ۾ ايندا
آهن - ائين سمجهندو آهيان نه ڄڻ اجمير ۾
دربار صاحب جي هال ۾ ويٺو آهيان ۽ ڪيرتن جو
لاڀ پيو وٺان - آرتزار واري ڏينهن به ڄڻ سيان
دربار صاحب ۾ ويٺو ڪيرتن جو لاڀ وٺان -
ساڍي 6 بجي صبح جو اهو سڀ پورو ڪري پوءِ
پيو ڪم ڪار ڪندو آهيان - سائينءَ کي ارداس
ڪندو آهيان نه شڪتي ۽ بل ڏيندا نه جيسين
سرير ۾ طاقت آهي تيسين اجمير ويندو رهان -

هڪ دفعو ويساکيءَ ٽي ٽي وڃي ناٿو نباهي اچان - جي سر ٻر چيو نه ڪري لـ گھر ۾ ٽي ٿيم ڪئ و پنهنجا پڇاڙيءَ جا سواس سڦل ڪري ڀڙيوءَ جـي چرڻ ۾ وڃان - وچڙو له هڪ ڏينهن ضرور اٿم - ان ڪري اهو سبق لنڊي هوندي جو پڙهيل دهرائيندو آهيان ۽ اندر ۾ آنند پائيندو آهيان دلبر ڪي ڏسي دل ۾ -

"چورن وانگر آءٌ چران - ٻر سمجهو ڪي سمجهن
توڙي گهڙيال لن اڳيان - واجت ڪيو وڄـن
پلڪن مـان ٻهر ٽي - ڏينهڙا ٻيا گڏرن
لنگهيو ورهيه وڃن - پاٺهي پوندا پيش مون -
پل چڪ لاءِ پانڪ ڪرپا ڪري ڪميا ڪندا -

# بابا سائين سروپداس جي آرتي

1. اوم جئه بابا سروپداس پيارا، جئه بابا سروپداس پيارا
دکين جـا دکه دور ڪيو، ڪلياڻ ڪرڻ وارا
اوم جئه بابا....

2. بال اوستا ۾ اوهان پرم پد پاتو، بابا پرم پد پاتو
ٻڌيا دربـار هالاڻيءَ جـا، سنت سچا سونهارا
اوم جئه بابا....

3. لولن لنگڙن جـي ڪيو پـريم سندي شيوا،
بابا پريم سندي شيوا
انڌن منڌڙن جا هوا سدائين سهارا- اوم جئه بابا....

4. ڏاڍي ڏياوان اُهان جهڙو ٽيو ورلو ڪو سوامي
ٽيو ورلو ڪو سوامي
خوب هليا ٿي اُهان وٽ پيندارا- اوم جئه بابا....

5. رهڻيءَ ڪرڻيءَ ۾ هوا نت سادا سودا،
بابا نت سادا سودا،
رهيا سنيه ڌرم ۾ جتي جت وارا- اوم جئه بابا....

6. ڪيئي آيا ٿي اوهان در، دکي ۽ سوالي
بابا دکي ۽ سوالي،
پورڻ ڪيو آشائون ڀريو ٿن ڀنڊارا- اوم جئه بابا....

7. سانوري صورت اوهانجي ڪرشن ڪنهي جهڙي
بابا ڪرشن ڪنهي جهڙي
ليڪن رهيا ٿي اوهانجي، سدا لال ڪمارا- اوم جئه بابا....

8. چمڪندڙ چهرو اوهان جو، نور ڀريو نوراني،
بابا نور ڀريو نوراني
رهي پريم ساگر ۾ رهيا تنهن کان نيارا- اوم جئه بابا....

9. ويدانت ۾ پڙهيل هئا، پورڻ برهم گياني،
بابا پورڻ برهم گياني،
نرمل آتما هئا، شو شڪتيءَ وارا- اوم جئه بابا....

10. پريم شردا ۽ سک سان، هيءَ آرتي جو ڳائي
هيءَ آرتي جو ڳائي
چوي "روپ" پڪ ٿيندا، ڪارج سڀ پورا
اوم جئه بابا....

اوم شانتي شانتي شانتي

# پڙهندڙ نَسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيِ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)